ڏاڍي ھٿن سرحد پرڳڻي جي ڪمايا بلڪ ڪري
جڙي آھي.

١٩٣٠ع ۾ ستياگرہ ھلچل جي زماني ۾ پشاور ۾ ٢٣ اپريل تي مظاھري ڪندڙ پٺاڻن تي سرڪار گولباري ڪرائي ۽ ٢٤ اپريل تي "بادشاھ خان" کي گرفتار ڪيو ويو ۽ گانڌي ارون ٺاھ تي ڪيس ڇڏيو ويو. وري ١٩٣٢ع واريءَ ھلچل ۾ بادشاھ خان سڄي ڪٽنب سان جيل ويو ۽ ١٩٣٤ ۾ ڪيس ھمراھ پٺاڻن کي آزاد ڪيو ويو ۽ پوءِ مٿن انھيءَ سرحد پرڳڻي ۽ پنجاب ۾ پير پائڻ جي بندش وڌي وئي! سياڻپ خان بادشاھ کي مھاتما گانڌي سان گڏ ڪجھ وقت گھارڻ جو موقعو مليو. ١٩٣٧ ۾ پٺاڻن جو ھيءُ روح روان پنھنجي وطن ويو ۽ سندس پورھئي ۽ خدمت جو ڦل اھو نڪتو جو پھرين سرحد پرڳڻي وارنگراني ۾ ڪانگريس وزارت ٺھي ۽ انھيءَ جو اعليٰ بادشاھ خان جو وڏو ڀاءُ ڊاڪٽر خان صاحب ٿيو.

٩ آگسٽ ١٩٤٢ع تي ٻين اڳواڻن سان گڏ بادشاھ خان ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ وري مارچ ١٩٤٥ع ۾ ڪانگريس وزارت ٺھڻ تي آزاد ٿيو. وري ھو پرڳڻي ۽ ملڪ لاءِ پاڻ پتوڙي رھيو آھي. ھو ٻڌڙو سياسي اڳواڻ آھي پر شخصي زندگيءَ ۾ ھو ھڪ اعليٰ انسان آھي. اھڙا انسان ئي دنيا جا سرتاج آھن.

سھائيت

"الاصلاح" اخبار ۽ ٻين اخبارن ۾ پڙهڻ لڳو، جنهنڪري
مخصوص قوميت جو جذبو پيدا ٿيو ۽ ملڪ لاءِ ڪجهه
ڪرڻ جا امنگ پيدا ٿيس.

هن ٻهراڻين مردان ۽ پشاور ضلع ۾ حاجي عبدالوحيد
جي سهڪار سان قومي طرز تي اسڪول کوليا ۽ ٻ.وءِ
سڀني صوبي ۾ اهي اسڪول پکڙجي ويا. سرڪار کي اهيءَ
ڪم مان بغاوت جي بوءِ اچڻ لڳي ۽ مٿس الهيءَ ڪر
ڪان باز اچڻ لاءِ زور ڀار آندائين پر جيءَ مڙس اوت
تي اڙيو. هن رولٽ ايڪٽ خلاف هلچل ۾ ڀرپور ورتو،
جنهنڪري کيس جيل وڃڻو پيو. ١٩١٩ع جي اهڙيءَ
۾ خان عبدالغفار خان کي جيل مان ڇٽڻ تي ماڻهن کيس
"بادشاهه خان" جو لقب عطا ڪيو.

بادشاهه خان ١٩٢٠ ۾ ناگپور ڪانگريس اجلاس ۾
شريڪ ٿيو. ان بعد خلافت هلچل ۽ ستياگره شروع ٿيو
جنهن ۾ چڱيءَ طرح ڀرپور ورتائين. کيس ٽي سال جيل
جي سزا ڏني وئي! ١٩٢٤ ۾ آزاد ٿي ورِي هن ساري
پرڳڻي ۾ ڪم چالو ڪيو. ١٩٢٦ ۾ ٻه مسلم ملڪن جو
سفر ڪري آيو. سفر بعد هن آزاديءَ ۽ ايڪتا جي
هيڪاري گهڻي ضرورت محسوس ڪئي. ١٩٢٧ع ۾
"پختون جرگا" (افغان يوٿ ليگ) ۽ هڪ اخبار "پختون"
جاري ڪيا. ١٩٢٩ ۾ والنٽيئرن جو دل ٺاهو ڪيائين،
جنهنکي نالو ڏنائين "خدائي خدمتگار". خدائي خدمتگارن

وريو. ١٩٤٥ع ۾ کيس آزاد ڪيو ويو. جيل مان نڪرڻ
بعد ڳوٺن جي ترقيءَ جو ڪيس خاص اولو پئي رهيو
آهي ۽ هن ڪن ڳوٺن ۾ ڪي مرڪز به کولايا آهن.
هو ڪانگريس عهدن خواهه اسيمبليءَ کان پاسيرو رهي
هر ڪنهن نموني سنڌ جي سيوا ڪري رهيو آهي. هو
هندوستان سنڌ لاءِ گرام اديوگ سنگهه ۽ بنيادي تعليم جو
سنچالڪ آهي. کيس سنڌ مان جوڙجڪي اسيمبليءَ لي
ٻنا مخالفت چونڊيو ويو آهي. سندس ڀاڪر سان مهاتما
گانڌيءَ جي هريجن اخبار سنڌيءَ ۾ پڻ نڪرڻ لڳي
آهي. جنهنجو في الحال نالو ڪانگريس آهي ۽ ان
اخبار جو ايڊيٽر اهو پاڻ ئي آهي. شريمتي جئرامداس
سنڌ لاءِ فخر آهي. ڀل وڏي عمر ماڻي هو سنڌ ۽
هند جي خدمت ڪري پاڻ وڌائڪ ۽ وڌائڪ موکي.



# شريمت جئرامداس دولترام

سنڌ جي هن لاڪيڻي لعل جو جنم سنڌ ۾ ٿيو آهي
۽ گهڻو وقت ڪم به سنڌ ۾ ڪيو اٿس، مگر سندس ناماچار
۽ فقط سنڌ ۾ ٻر هند ۾ ڦهليل آهي. هن هندستان جي
راڄنيتيءَ ۾ مکيه پارٽ ادا ڪيو آهي. هو ڪي
سال آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو جنرل سيڪريٽري
۽ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر رهي چڪو
آهي. ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ هن دماغي لياقت سبب
ڪافي قابليت ڏيکاري آهي، جنهنڪري هند جا ٻرک
اڳوان کيس عزت جي نگاه سان ڏسندا آهن، البت
ڪجهه سالن جي لاڳيتي بيماريءَ سبب هو هند ۽ سنڌ
جي سياست ۾ ڪو ڀرپور ڀاڱو نه وٺي سگهيو آهي، تنهن
وڏي اميد هئي ته هن کان اڳ هو ڪانگريس جو
پريزيڊنٽ ٿي وڃي ها.

سندس جنم حيدرآباد سنڌ ۾ فيبروري ۱۸۹۲ ۾ ٿيو
هو. سال ۱۹۰۸ع ۾ مئٽرڪ ۽ ۱۹۱۲ع ۾ بي-اي پاس
ڪيائين. ۱۹۱۸ع ۾ ايل-ايل-بي پاس ڪري ڪراچي
۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. ان بعد ۱۹۱۶ ۾ مسز بيسنٽ جي
صحبت ۾ کيس راڄنيتيءَ جو رنگ لڳو. هو ڀرپور
دلچسپي اني بيسنٽ جي هوم رول ليگ ۾ شامل ٿيو
هو. ۱۹۱۹ ڌاري مهاتما گانڌيءَ جي اثر هيٺ آيو.
۱۹۱ ۾ "پارواسي" سنڌي اخبار جو ايڊيٽر ٿيو.

آيو، جتي ڪيس ٻيڙي جي قاعدن عمد بالد رکيو ويو،
پر تندرستي بگڙجڻ ڪري ڪيس آزاد ڪيو ويو ۽
هو ويانا علاج لاءِ ويو، جتان بحال تندرستيءَ
هوندي به هندستان جي آزاديءَ واسطي پرچار ڪندو
رهيو. هو پوءِ آمريڪا ويو، جتي سندس آجيان
بلڪل شاهاڻي نموني ۾ ڪئي وئي. ڪيس ڪيترائي
مانپتر ۽ ماڻهتر ڏنا ويا. هن اتي ڪل ٨٥ لئڪچرون
ڪيون، جن ۾ هن هندستان جي غلامي ۽ ڏکي حالت
جو نقشو آمريڪا وارن اڳيان رکيو. آمريڪا ڪامياب
ٿي لنڊن ويو ۽ اتان آئرلنڊ جي ڊ ڪنٽر دي - ولرا
جي ڪرڻ لي اوڏانهن ويو. پوءِ ويانا ۾ هو علاج ڪندو
رهيو. ١٠ آڪٽوبر سندس حالت خراب ٿي وئي. هن
جا ڪيترا علاج ڪيا ويا، پر ڪو فائدو ڪونه ٿيس.
هن اتي شري سڀاش چندر بوس کي چيو ته منهنجو
لاش هندستان کڻي وڃجو. سندس گذاري وڃڻ تي
سندس لاش جهاز ۾ هندستان روانو ڪيو ويو. هندستان
بندر تي اُن کي خوب عزت سان پهچايو ويو. ٩ نومبر
لاش ممبئي پهتو، جتي ١٠ نومبر شام جو اُن جو اگني
سنسڪار ڪيو ويو. سڄي هندستان ۾ هر هنڌ شوڪ جا
ميڙ ڪيا ويا. سرگواسي دماغي قابليت لياقت ۾ بيهڪو
مٽ پاڻ هو.



ميونسپالٽيءَ ۾ ڪجهڙي ڪيترا سڌارا آندا ۽ ڪورن عملدارن
کي جو ولس ۽ ولس مالبير بيا ملندا هئا، سي ڏيارڻ
۾ ڪرائي ڇڏيائين. جڏهن پرنس آف ويلس جي اچڻ
تي انکي ماڻهن بائيڪاٽ ڪيو هو. ١٩٠٩ ۾ منٽو مورلي
سڌارن موجب چونڊيل ميمبرن جو سرشتو عمل ۾ آيو
۽ هو ۽ امبئي اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو، هيءُ
پهرين ڏاڍي ئي سان ملڪ جي ڀلي ها ڪيترا ڀلا پيش
ڪندو هو، جي سرڪاري ميمبرن جي ڪوششن سان
لٽايا ويندا هئا، مگر هو ڪيترن سرڪاري بلن جي
مخالفت ڪرڻ جهڙا ڪارناما ڪري ڏيکاريندو هو
١٩١٨ ۾ بمبئي جي ڪانگريس اجلاس جي سوڌا
ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. رولٽ ايڪٽ ۽ جليانوالا باغ
جي ڪورٽ ڪري ڪانگريس ١٩٢٠ ۾ ڪائونسل جي
بائيڪاٽ جو حڪم ڪيو ته هن ڪائونسل جي ميمبري
ڪري ڇڏي ۽ استعيفا ڏئي هو آل انڊيا ڪانگريس
ڪميٽي جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ ٻه سال
١٩٢٠ ۽ ١٩٢١ ۾ اهو ڪم ڪيائين. ١٩١٩ ۾ واڳس ٻڌ
ڪانگريس جي سڌارن ويو ۽ انهي هندستان سان
انصاف لاءِ زبردست آواز اٿاريائين ۽ ناگپور ۾
قومي جهنڊي ۽ ستياگره هلچل جي ڪاميابي لاءِ خوب
ڀاڱ پتوڙيائين ۽ آخر سندس محنت جو اهو ڦل ليو،
جو ستياگره جي سوڀ ٿي. ١٩٢٨ ۾ هو ”سوراج پارٽي“
جي ٽڪيٽ تي هند اسيمبليءَ ۾ چونڊيو ويو ۽ اتي

# شري وٺل ڀائي پٽيل

سرگواسي شري وٺل ڀائي پٽيل جو نالو سڄي هندستان ۾ پريزيڊنٽ پٽيل جي نالي سان مشهور آهي. جنهن ڀائرس شري ولڀ ڀائي پٽيل سردار پٽيل جي نالي سان جڳ پرسڌ آهي. هو ڪانگريس جو پريزيڊنٽ ڪري ٿيو ۽ هندستان جي مرڪزي اسيمبليءَ جي اسپيڪر جو عهدو هن اُن بي رياڻيءَ، بي ڊپائيءَ ۽ عقلمنديءَ سان هلايو جنهن سندس ساراهه سڄي جڳ ۾ پکيڙي ڇڏي. هو کيڙا ضلع جي ڪرمساد ڳوٺ ۾ جوهر ڀائيءَ جي گهر ۱۸۷۱ جي ۱۸ فيبروري تي ڄائو هو. پٽس هڪ آبرودار زميندار هو. پنهنجي ڳوٺ ۾ ابتدائي تعليم پوري ڪري نڊياد ۾ انگريزي تعليم وٺڻ بعد احمدآباد ۾ پڙهڻ لڳو. جنهن کانپوءِ بمبئيءَ ۾ وڃي وڪالت جو امتحان پاس ڪيائين. اُن وقت وڪالت پاس ڪرڻ بعد انگلنڊ وڃي ڪا ڊگري حاصل ڪرڻ بهتر ڄاتو ويندو هو، ان ڪري هو ولايت ويو. اتي سادي رهڻي ڪهڻي رهي امتحان پاس ڪري موٽي بمبئيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. پر هنجي اندر ۾ جو ديش پريم جا ڀاءُ ڀريل هئا سو هن کان وڪالت جي نيچ ڌنڌي ۾ لڳو رهڻ ڪين ٿيو؛ بمبئي جي ميونسپالٽيءَ ۾ پنهنجي پارٽي ٺاهي کڙيو. اها پارٽي ”قومي پارٽي“ جي نالي سڏجڻ لڳي. هن

ٿيو. آچاريه ڪرپالاڻي ٻئرين ماڻهن سان، جڏهن الهي
قطع تعلقات تحريڪ جي رهنمائي ڪئي. بنارس ۾ کادي
جو مرڪز کوليائون ۽ پنهنجي زندگي سادگي سان سميت
انهيءَ ٿيا سان گڏيل لڳو. ۱۹۲۱ ۾ بنارس ۾ پرنس
آف ويلس جي اچڻ تي سندس مرحبا انڪار ڪرڻ جي
تحريڪ جي رهنمائي ۾ آچاريه ڪرپالاڻي ڪئي. انهيءَ
سلسلي ۾ کيس گرفتار ڪري ٦ مهنا جيل جي سزا ڏني وئي
جيل مان نڪرڻ بعد هن ميرٺ آشرم سنڀاليو. ان بعد
گجرات ودياپيٺ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي آشرم ۾ به
ڪم ڪيائين. ان بعد هن مهاتما گانڌيءَ جي هدايت
پٽاندڙ جدا جدا عهدن تي ڪم پئي ڪيو آهي. سنڌ
مان وڃڻ بعد آچاريه ڪرپالاڻيءَ بهار، يو-پي ۽ گجرات
۾ خاص طرح ڪم پئي ڪيو آهي ۽ تحريڪن علجل ۾
اڳرو پئي ورتو اٿس. اليڪ دفعا جيل ياترائون ڪيون
اٿس. لوڙا سال مس ليا ته هو گرهست آشرم ۾ گهڙيو
آهي ۽ مسز ڪري ننڪور جي پالتيءَ سچيتا ديويءَ
سان شادي ڪئي اٿس، جا به ايم-اي پاس آهي ۽
سياسي ڪنهن ملڪي ميدان ۾ ڪم ڪري رهي آهي.
آچاريه ڪرپالاڻي ڪيترن سالن کان ڪانگريس جو
جنرل سيڪريٽري ۽ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ
جو ميمبر ٿي پئي رهيو آهي. رهڻيءَ ۾ بلڪل سادو
۽ بلڪل صاف گوئي ڪندڙ آهي. هندستان مهاتما
گانڌيءَ کي به ڪئين آهي. حالي کيس ڪانگريس پردان
چونڊيو ويو آهي.

# چوونجاهون ڪانگريس اجلاس

## ٻڌان آچاريه ڪرپالاڻي - ميرٺ ١٩٤٦ع

ڪانگريس جو اهڙو اجلاس ميرٺ ۾ ٢٣ کان ٢٤ نومبر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. مرڪزي ڪميٽيءَ جو چيئرمين مولانا حسين احمد چونڊيو ويو آهي. هن اجلاس لاءِ پريزيڊنٽ جواهرلعل نهرو چونڊيو ويو هو پر عارضي سرڪار ۾ ڪم ڪرڻ ڪري هن اُن عهدي تان استعيفا ڏني، جنهن ڪري ٻيو چونڊ ٿيڻ واري مولانا آزاد ۽ آچاريه جيوترام ڪرپالاڻي جا نالا آيا، جن مان مولانا آزاد پنهنجو نالو تندرستي ٺيڪ نه هئڻ سبب ڪڍائي ورتو، ان ڪري ١٦ آڪٽوبر تي آچاريه ڪرپالاڻيءَ کي چونڊيل پريزيڊنٽ ظاهر ڪيو ويو آهي. هو پهريون ئي سنڌي آهي، جنهن کي اُن عهدي ماڻڻ جو شرف مليو آهي. اجلاس لاءِ هر طرح جون تياريون ٿي رهيون آهن. ٣٠ لکن ماڻهن جي رهڻ ڪاڻ وغيره جو بندوبست ڪيو پيو وڃي. سمجهيو وڃي ٿو ته هي اجلاس، جو ڇهن سالن بعد ٿي رهيو آهي، سو اڳين اجلاسن کان هر حالت ۾ گهڻو ڪٽي ويندو.

### آچاريه جيوترام ڪرپالاڻي جي جيوت

شري جيوترام ڀڳواندا س ڪرپالاڻي حيدرآباد سنڌ جي عامل ڪرپالاڻي آکهه مان آهي. سندس جنم ١٨٨٨ع ڌاري ٿيو هو. سندس پتا رٽائرڊ مختيارڪار هو.

استيفا تون ڏنيون. مولانا آزاد جي همت ڪٽڻ ڪري
آچاريه ڪرپالاڻي ٻيا مخالفت ڪانگريس ٻر ٻڌ ايد امت
چوالا جي ويو. ڪانگريس جو ٥٤ اجلاس ميرٺ ۾ ٿيندو
ڪانگريس قافلو ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندي پنهنجي
منزل جي ويجهو اچي پهتو آهي ۽ سرڪار جون واڳون
ڍلي ڪندر سندس همت ۾ آهن. مگر پورن مقصد حاصل
ڪرڻ لاءِ ڪانگريس کي اڃا سختين جي ڪوري مان
اڪرڻو آهي ۽ پڪ آهي ته اها اتان به سچو سون ٿي
اڪرندي ۽ ملڪ کي پورن آزاد ۽ آباد ڪندي.



عارضي سرڪار لي (١) پنڊت جواهرلعل (٢) سردار پٽيل (٣) ڊاڪٽر راجيندر پرساد (٤) مسٽر اصف علي (٥) شري راجگوپال آچاريه (٦) شري سرت چندر بوس (٧) ڊاڪٽر جان مٿائي (٨) سردار بلديوسنگهه (٩) سر شفاعت احمد خان (١٠) مسٽر جگجيون رام (١١) سيد علي ظهير (١٢) ڪورجي هورمجي ڀاڀا کي مقرر ڪيو آهي. باقي ٻن مسلمانن کي پوءِ مقرر ڪيو ويندو. وائسراءِ ان پڌرائي وقت مسلم ليگ کي اپيل ڪئي ته پنهنجو فيصلو ڦيرائي ته ڪيس ٥ جايون ڏنيون وينديون. انهيءَ ساڳي ٢٥ تاريخ شملي ۾ سر شفاعت احمد عارضي سرڪار ۾ ڪئبنيٽ ميمبر لي خوني حملو ٿيو، جنهن ۾ سخت زخمي ٿيو ۽ علاج بعد چڙهي پيو. ١ سپٽمبر لي سرڪار جي ڪانگ جي ورڪ جي سرڪاري پڌرائي ڪئي وئي، جنهن ۾ پنڊت جواهرلعل کي ٽارين ملڪن جو ۽ بينڪي ڪاتو ڏنو ويو. ٢ سپٽمبر لي هندستان جي پهرين قومي وزارت ١٢ ميمبرن جي قائم ٿي. ساڳئي ڏينهن بادشاه جي طرفان ۾ پڌرائي ڪئي وئي ته آنربل پنڊت جواهرلعل نهرو ايم. اي بئريسٽر عارضي سرڪار جو وائيس پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو آهي. عارضي سرڪار جي ميمبرن کي به وزير مقرر ٿيل ڄاتو ويو. ١٨ سپٽمبر لي انگلنڊ پاران هندستان ۾ هاءِ ڪمشنر مسٽر ٽرليس شون مقرر ٿيڻ جي پڌرائي ڪئي وئي. هي هندستان سان برطانيه

پاري ۾ جاڳايل غلط فهمين دور ڪرڻ واسطي ۽ ظاهر ڪيو ويو ته اسانکي جوڙجڪي اسيمبليءَ جي رٿ اوزيءَ ريت قبول آهي. ١٣ آگسٽ تي پنڊت جواهرلعل کي والسراءِ پنا شرط شروط عارضي سرڪار ٺاهڻ لاءِ لکيو. پنڊت جواهرلعل اها ئي قبول ڪئي ۽ ١٥ آگسٽ مسٽر جناح کي عارضي سرڪار ۾ شامل ٿيڻ لاءِ خط لکيائين ۽ زور ڀريو گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ زور ڀريائين مگر سندس آڇ ٺڪرائي وئي. ١٤ آگسٽ سکن جوڙجڪي اسيمبليءَ جي بائيڪاٽ ڪرڻ وارو ٺهراءُ رد ڪيو. ١٦ آگسٽ پنڊت جواهرلعل ظاهر ڪيو ته مسلم ليگ عارضي سرڪار ۾ ڪانگريس سان سهڪار ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي، ان هوندي به اسين عارضي سرڪار قومي مسلمانن سان ٺاهينداسين. ساڳئي ڏينهن مسلم ليگ ”سڌي قدم جو ڏينهن“ ڪري ملهايو، جنهنڪري ڪلڪتي ۾ ٻين هنڌ جانور وگوڙ ٿيا. ڪلڪتي جي وگوڙن اهڙو ته اگرو روپ ڌارڻ ڪيو، جو ان ۾ ٽي هزار هندستاني مئا ۽ ٥ هزار ڦٽيا ۽ لکن جي ملڪيت برباد ٿي وئي. ١٧ آگسٽ پنڊت جواهرلعل عارضي سرڪار بابت والسراءِ سان ڳالهايو. ٢٤ آگسٽ تي ”ڪم چلائو“ سرڪار جي ميمبرن استعيفا ڏني ۽ والسراءِ پنڊت جواهرلعل جا عارضي سرڪار لاءِ ڏنل نالا قبوليا. ٢٥ آگسٽ تي پڌرائي ڪئي وئي ته بادشاه ”ڪم چلائو“ سرڪار جي ميمبرن جون استعيفائون قبولي

نهراءَ جوڙجڪي اسيمبليءَ ۾ گهرڻ ۽ عارضي سرڪار ...
حال شريڪ نہ ٿيڻ جو بحال ڪيو ويو. ڏکڻ آفريڪا ...
جي ستياگرهين سان همدردي ظاهر ڪرڻ جو نهراءَ
بحال ڪيو ويو. پرازيڊنٽ نٽين ورڪنگ ڪميٽي ٺاهي.
پنجاب جي سک پنٿڪ بورڊ جوڙجڪي اسيمبليءَ جي
بهشڪار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ١٨ جولاءِ تي هائوس
آف ڪامنس ۾ وزارتي سفارت پنهنجا هندستان جا
آزمودا ظاهر ڪيا ۽ پڌرو ڪيو تہ هندستان ۾ جلد
عارضي سرڪار ٺاهي ويندي. ڪانگريس پارلامينٽري
جوڙجڪي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ گورن جي حصي لاءِ
ونڊ لاءِ آواز اٿاريو ويو. جا گهر گورن قبولي انهن چونڊن
۾ بهرو نہ ورتو. ٢٦ جولاءِ تائين چونڊون ختم ٿيون.
هن چونڊ ۾ بہ ڪانگريس سٺي سوڀ حاصل ڪئي.
هن مهني جي پوئين هفتي ۾ وائسراءِ وري ڪانگريس
۽ مسلم ليگ سان عارضي سرڪار ٺاهڻ لاءِ ڳالهيون ڪيون
٢٩ جولاءِ تي مسلم ليگ اوچتو جوڙجڪي اسيمبليءَ جي
رٿ رد ڪري ڇڏي ۽ عارضي سرڪار ۾ اچڻ کان
انڪار ڪيو ۽ سرڪار خلاف سڌي قدم کڻڻ ۽ لڙڻ
ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. ڪانگريس طرفان ٩ آگسٽ
”ڪٽ انڊيا“ ڏينهن سڄي هندستان ۾ ساڻيڪي
نموني ملهايو ويو. ١٠ آگسٽ ڪانگريس ورڪنگ
ڪميٽي نهراءَ پاس ڪيو جنهن ۾ ليگ جي نهراءَ جي

هڪ ڪرسٽان ۾ هڪ پارسي ڪل ۱۴ ميمبر هوندا،
تنهن تاهڻ جو اعلان ڪيو ۽ ظاهر ڪيو ويو ته جيڪڏهن
ظاهر ڪيل نالن مان ڪو ميمبر نه ٿيڻ قبوليندو نه
وائسراءِ انهي جاءِ تي ڪو ٻيو ٿا ڦيندو ۽ جيڪڏهن
ڪابه پارٽي شامل نه ٿيندي ته به ڪم هلايو ويندو.
ڪانگريس ليگ جي ميمبرن جي هڪجهڙائيءَ جي
سوال تي اعتراض وٺي رٿ رد ڪئي. دهليءَ ۾ ورڪنگ
ڪميٽيءَ ۲۴ جون تي نهراءُ ڪيو ته برطانيه سرڪار
مسٽر اٽليءَ جي پڌرائيءَ تان ڦرڻي ڪاڏي آهي. ان
ڪري ڪميٽيءَ جوڙجڪي اسيمبليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ جي
رٿ قبولي ۽ رتيل عارضي سرڪار ۾ شامل ٿيڻ کان
انڪار ڪيو جو ڪانگريس هڪ قومي مسلمان عارضي
سرڪار ۾ پنهنجي حصي مان رکڻ تي گهريو، جو مسٽر
جناح نه قبوليو هو. پارٽيءَ جي سوال تي به ڪميٽيءَ
پنهنجو اعتراض ظاهر ڪيو. ڪانگريس پردان مولانا
آزاد ۱۵۰۰ لفظن جو هڪ لنبو خط وائسراءِ کي لکيو ته
عارضي سرڪار ٻاهي خاميون هيون جي عارضي سرڪار جو
چرخو هلائڻ ناممڪن ڪن ها. مسلم ليگ عارضي سرڪار
۾ شامل ٿيڻ قبول ڪيو. ۲۶ جون تي وزرائي سنگارت
۽ وائسراءِ ظاهر ڪيو ته عارضي سرڪار نه ٿي سگهڻ
جي حالت ۾ حال ”ڪم چلائو“ سرڪار قائم ڪئي
ويندي، باقي جوڙجڪي اسيمبليءَ جون چونڊون

کي ٣ عبوري ڏنا ويا جن مان هڪ هندو ۽ ٻي مسلمان
هوندا. هن لاءِ هند وائسراءِ ريڊيو تي تقرير ڪندي
هندواسين کي سهڪار لاءِ اپيل ڪئي. ١٧ مئي تي
ڪمانڊر ان چيف سر آڪنليڪ ظاهر ڪيو ته پاڪستان
جي رٿ برطانيه سرڪار غير واجب سمجهي آهي ۽ انهين
عارضي سرڪار جي همٿ افزائي ڪرڻ لاءِ مان تيار
آهيان. ١٨ مئي تي ٽنهي ڌرين جي وڏير عليل لکڙه
ظاهر ڪئي ويئي. زوريءَ گروه بنديءَ جي خلاف
ڪانگريس مرڪزن مان مخالفت ٿيڻ لڳي ۽ مسلم
ليگ مرڪزن مان پاڪستان جي رٿ رد ڪرڻ لئي
مخالفت جو آواز اٿاريو ويو. ٢٣ مئي تي وائسراءِ جي
ڪوٺ تي پنڊت جواهرلعل ۽ مولانا آزاد عارضي سرڪار
ٺاهڻ جي سوال تي ويچار ڪرڻ لاءِ ساڻس گڏيا. ٢٤ مئي
تي ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ ٺهرايو ته جيستائين
عارضي سرڪار ۽ جوڙجڪي اسيمبليءَ بابت ڪن
ڳالهين جي صفائي ٿئي، جيستائين اسين مشوري جي
پڄاڻيءَ تي فيصلو مهمل نه رکون. ٤ جون تي مسلم ليگ
جوڙجڪي اسيمبلي جي رٿ قبولي ۽ عارضي سرڪار
جي باري ۾ وائسراءِ سان ڳالهين ڪرڻ جي مسٽر جناح
کي اختياري ڏني. ١٦ جون تي وزارتي مشوري ۽ وائسراءِ
گڏيل پڄاڻيءَ ۾ عارضي سرڪار جنهن ۾ ٥ ڪانگريس
جا، ٥ مسلم ليگ جا، هڪ سک، هڪ پلتي ابان مان

موڪليا جي ايندي ڏني، جي ساڻس گڏجي ڪنهن ناه
تي اچي جوڙجڪ تيار ڪن. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ
اها تجويز قبول ڪئي. ٢ مي تي سرڪار پڌرو ڪيو ته
آزاد هند فوج جي عملدارن ۽ اطر بندين کي آزاد ڪيو
ويو آهي ۽ وڌيڪ اُن بابت ڪيس ڪين هلايا ويندا
٤ مي تي سملي ۾ وزارتي سفارت ڪانفرنس ڪوٺائي
جنهن ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ شامل ٿي. مسٽر جناح
هميشه وانگر پاڪستان جي سوال تي لت هڻي بيٺو ۽
مسلم ليگ کان سواءِ سڄي هندستان مان ان جي مخالفت
جو آواز اُٿاريو ويو. ٦ مي تي ڪانگريس ورڪنگ
ڪميٽيءَ جو اڳوڻو ميمبر شري پولا ڀائي ڏيسائي بمبئي
۾ گذاري ويو، جنهڪري ملڪ ۾ شوڪ جي اظهار
جا ڏينهن ورتا ويا. ٩ مي تي پنڊت جواهرلعل کي ڪانگريس
جو چواڻيل پريزيڊنٽ ظاهر ڪيو ويو. ١٢ مي تي
سملي واري ٽئين دور جي ڪانفرنس ٽٽڻ جي پڌرائي
ڪئي وئي. ١٦ مي تي سفارت هڪ پڌرائي ڪئي، جنهن
۾ پاڪستان جي رٿ رد ڪئي وئي ۽ نئين جوڙجڪ
ٺاهڻ لاءِ جوڙجڪي اسيمبلي ٺاهڻ واسطي رٿا ظاهر
ڪئي، جنهن تي ميمبر پرانتڪ اسيمبليون چونڊينديون.
پرڳڻن کي ٽن گروپن ۾ ورهائڻ جي رٿ ڏني وئي.
هندستان کي الڳ ٿيڻ جي ۽ ڪلي اختياري رهندي.
ان اسيمبلي تي ڪل ٣٨٥ ميمبر ٿيندا، جن مان ٩٣
رياستن جا ۽ ٢٩٢ برٽش انڊيا جا هوندا. سنڌ کي ان

ڪانفرنس تي سڀ هندستاني ميمبر رکڻ لاءِ پڌل هئڻ لاءِ ويا. ١٩ فيبروري تي انگلنڊ جي وزيراعظم ظاهر ڪيو ته هندستان ڏانهن ٽن وزيرن لارڊ پيٿڪ لارنس هند وزير، سر اسٽيفورڊ ڪرپس ۽ مسٽر اليگزينڊر جي مشاورت هند وزير جي اڳواڻيءَ هيٺ هندستان جي اڳواڻن سان ملي جوڙجڪ تيار ڪرڻ لاءِ جلد موڪلي ويندي. ١٥ مارچ ممبئيءَ ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميڙ ٿيو، جنهن ۾ ڪاڏي جي حالتن کي مدنظر رکڻ لاءِ ١٥ اسمن وارو پروگرام ٺهيو ويو ۽ برطانيه وزارتي مشاورت سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ پريزيڊنٽ مولانا آزاد، پنڊت جواهرلعل ۽ سردار پٽيل جي ڪميٽي مقرر ڪئي وئي. ڪميٽيءَ اهو به راءِ ظاهر ڪيو ته دنيا ۾ صلح قائم ڪرڻ ۽ جنگ کي ٽارڻ لاءِ ايشيا ۽ آفريڪا ۾ ڌارين جو راڄ ختم ڪيو وڃي. ٢٣ مارچ تي وزارتي مشاورت ڪراچي پهتي ۽ ٢٥ مارچ تي دهليءَ مان پڌرائي ڪئي ته اسين هندستان کي آزادي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ آيا آهيون ۽ هڪ جوڙجڪ اسيمبلي برپا ڪرڻ لاءِ راءِ ڪٺي ويندي. ١ اپريل کان وزارتي مشاورت اڳواڻن سان ڳڌجڻ شروع ڪيو. ڳالهيون تولهن بعد ١١ اپريل تي مشاورت ڪشمير ويئي. ١٢ اپريل دهليءَ ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميڙ ٿيو. ٢٧ اپريل تي ڪشمير مان موٽي وزارتي مشاورت ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي مدن کي پيغام عوضي

١٩٤٦ ۾ پارليامينٽ جي ڏهن ميمبرن جي سفارت مسٽر رچرڊسن جي اڳواڻيءَ هيٺ هندستان ۾ پهتي، جنهن ۾ هڪ استري ميمبر مسز وائيٽ ڪول به هئي. ٢٨ جنوري تي وائسراءِ هند اسيمبليءَ جي ميڙ ۾ تقرير ۾ ظاهر ڪيو ته سندس نئين ڪائونسل هندستان جي راڄنيتي اڳواڻن مان ٺاهي ويندي. پارليامينٽ جي ميمبرن جي سفارت ٥ هفتا سڄي ملڪ جو گشت ڪري سڀني مدبرن سان گڏجي ملڪ جي حالت کان واقف ٿي ظاهر ڪيو ته هندستان ۾ آزاديءَ جي سوال لئي سڀ يڪمشت آهن ۽ هندستان کي خود حڪومت فسطن ۾ نه ير هڪ تي وقت ملڻ گهرجي. ٩ فيبروري تي سفارت واپس ويئي ۽ انگلنڊ وڃي هندستان جي سچيءَ حالت ۽ گهر کان پنهنجن ماڻهن کي واقف ڪيو. ١٢ فيبروري تي وائسراءِ ڪانگريس راشٽرپتي مولانا آزاد کي ملڪ جي ڪاڏي جي حالتن تي بحث ڪرڻ لاءِ نيند ڏيئي گهرايو. ١٥ فيبروري تي مولانا ساڻس گڏيو. ڪانگريس پريزيڊنٽ وائسراءِ کي ٻڌايو ته ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي سمجهي ٿي ته مرڪز ۾ عام جي سرڪار نه هئڻ ڪري ڪاڏي لاءِ ڪميٽي ڪجهه نه ڪري سگهندي. ان بعد وائسراءِ جو سيڪريٽري مهاتما وٽ بمبئيءَ ۾ ان سوال تي صلاح ڪرڻ لاءِ ويو. فيبروريءَ جي ٽئين هفتي ۾ انگلنڊ جي پارليامينٽ ۾ هڪ بل پاس ڪيو ويو جنهن موجب وائسراءِ جي

شاهنوازِ، سهگل ۽ ڍلن کي ڪيس هلائڻ لاءِ نُسرابرال مقرر ڪيو. ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي ان ڪيس ۾ جوابدارن کي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ۽ اُن لاءِ ملڪ ۾ زبردست آواز اٿاريو ويو ۽ اُنهن ٽن ڪئس ڪپتانن کي آزاد ڪرڻ جي ملڪ جي ڪند ڪڙڇ مان گهر ٿيڻ لڳي. ۲۸ آڪٽوبر تي ڏکڻ اوڀر ايشيا ڏينهن سڄي ملڪ ۾ ملهايو ويو ۽ سڀني ملڪن جي آزاديءَ جي گهر ڪئي وئي. ۳۱ ڊسمبر تي ڪورٽ مارشل آزاد هند فوج جي ٽنهي ڪپتانن کي ڏوهي ٺهرايو، پر پوءِ سندن سزا جي معافيءَ جو اعلان ڪري کين آزاد ڪيو ويو. ڪانگريس پرانتڪ چونڊن ۾ جتي ڪٿي سوڀ حاصل ڪرڻ لڳي. سرحدي پرڳڻي ۾ لـ مسلم ليگ کـي زبردست هار کائڻي پيئي. ۱۹۴۵ ۾ سڄي هندستان ۾ ۱۱۲۰۹۸۰ ڪانگريس جا ميمبر ٿيا، جن مان سنڌ جا اڍ لکر هئا.

**۱۹۴۶** سنڌ جي گورنر مسلم ليگ سان ٻانهن ٻڌي ڪري سنڌ جي گورن مينمبرن جي مدد سان سر غلام حسين جي مسلم ليگ وزارت قائم ڪرائي. بنگال ۾ به گورنر جي مدد سان مسلم ليگ وزارت قائم ٿي، باقي پنجاب کانسواءِ ٻين سڀني پرڳڻن ۾ ڪانگريس وزارتون قائم ڪيون ويئون. پنجاب ۾ به ڪانگريس جي مدد سان ڪوئليشن وزارت قائم ٿي. ۲۵ جنوري

لاء برطانيه وزارت سان صلاح لاء ولائت ويو. سر جاهن
ڪرلاائيل انڪلنڪ وائسراء ٿيو. ١٣ اپريل تي آشتيءَ
۽ ڇهور جي قيدين جو ڏيهن ملهايو ويو. سئن فرئنسسڪو
۾ صلح ڪانفرنس ۾ سر نون، سر مداليار ۽ سر آچاريه
کي هندستان جي عيوضي ڪري موڪلڻ تي ملڪ ۾
تاءُ پيدا ٿيو. هندستانين جي هندري سفارت انگلنڊ
موڪلڻ تي مهاتما ۽ ملڪ مخالفت ڪئي. ملڪ ۾ آزاديءَ
جي لڙائي هلندي رهي. ملڪ اهو سهي ڪين سگهيو
ته ڪو سندس مدبر جيلن ۾ ڪڙهندا رهن، ان ڪري
انهيءَ آزاديءَ لاءِ سڄي ملڪ ۾ آواز بلند ٿيندو رهيو
بنگال جي ڏڪر ۽ ان ڪري ماڻهن ۾ پيدا ٿيل رنجش
سرڪار کي بي آرام بڻايو. سرڪار جا هوڏ تي بيهي
وري وري چئي رهي هئي ته هوءَ باغين سان ڳالهين
ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي، تنهنجو آخرت نيٺ ديش ڀڳتن
جي جيلن ۾ ليپسيا لوڏي ڇڏيو. آهستي آهستي ملڪي
مدبر آزاد ٿيندا ويا. نيٺ وائسراءِ لارڊ ويول ولائت
برطانيه وزارت سان روبرو ڳالهين ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو
۽ اتان ١٤ جون ١٩٤٥ تي موٽي اچي سملا ڪانفرنس
جي بندراتي ڪيائين. ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ
جا باقي جيڪي ميمبر جيلن ۾ هئا، سي سڀ ١٥ جون
تي آزاد ڪيا ويا. هو ڪل ١٠٤٢ ڏينهن جيلن ۾ رهيا.
وائسراءِ جيڪا بندراتي ڪيدي هئي ۽ مهاتما گانڌيءَ
کي ڪانگريس عيوضيءَ جي حيثيت ۾ نيئڊ ڏني هئي

ڪستوربا جي يادگار فنڊ ۾ اٽڪل ڏيڍ ڪروڙ رپيا ڪٺا ٿيا.

١٩٤٥ سرڪاري شري ڀولاڀائي ڊيسائي ۽ نواب زادا لياقت علي خان جي وچ ۾ مرڪز ۾ ڪانگريس ۽ ليگ جي گڏيل عارضي سرڪار ٺاهڻ جي باري ۾ ڳالهيون هليون. ساپرو ڪميٽيءَ ملڪ جي جوڙجڪ ٺاهڻ جي رٿا ڪئي لکي ويئي. ١٦ جنوريءَ تي مسٽر جناح پريس ڪانفرنس ۾ ظاهر ڪيو ته مان مهاتما کي ڪٿي به گڏجڻ لاءِ خواهان آهيان. فيبروريءَ ۾ بهار سرڪار ڪن مکيه ڪانگريس اڳواڻن کي بس عهد بند رکيو. اڪولا ۾ رئيل ڪانگريس ڪم ڪندڙن جي ڪانفرنس تي بندش وڌي ويئي. ١٢ مارچ تي سرحد جي سردار اورنگزيب خان جي وزارت هار کاڌي ۽ ١٦ مارچ تي ڊاڪٽر خان صاحب ڪانگريس وزارت ٺاهي، جنهن پوءِ خان عبدالغفار خان ۽ ٻين ڪانگريسين کي آزاد ڪيو. بنگال ۾ ناظم الدين وزارت هار کاڌي ۽ گورنر برگلي جي حڪومت ٩٣ سيڪشن هيٺ پنهنجي هٿ ۾ رکي. آسام ۾ سعدالله جي وزارت هار کاڌي پر پوءِ وري ڪانگريس پارٽيءَ جي مدد سان نئين وزارت ٺاهيائين. لارڊ ويول وائسراءِ جپان جي جنگ کي منهن ڏيڻ ۽ هندستان جي گهوٽالي دور ڪرڻ

سندس پٽ ۽ پوٽا آغا خان جي محلات ۾ گڏجي سگهن ٿا پر کيس آزاد ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو.

**١٩٣٣** ماتا ڪستوربا ٢٢ فيبروري شورالري ڏينهن آغا خان محلات ۾ گذاري ويئي. سڄي ملڪ ۾ شوڪ جي لهر ڇانئجي ويئي، هڙتالون ڪيون ويون ۽ ڪستوربا ڏينهن ملهايو ويو. ١٦ اپريل تي سرڪار مهاتما گانڌيءَ جي بيماري جي باري ۾ پڌرائي ڪئي سندس آزاديءَ لاءِ ملڪ ۾ هلچل هلي. ٦ مئي تي کيس بيماريءَ سبب آزاد ڪيو ويو. مهاتما ١١ مئي تي بمبئي ويو. مهاتما ۽ لارڊ لنلٿگو جي وچ ۾ هليل لکپڙه ظاهر ڪئي ويئي. مهاتما وائسراءِ کي خط لکيو پر وائسراءِ جواب ڏنو ته ملاقات مان ڪجهه نه ورندو. شري راجگوپال آچاريه ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي ناهه لاءِ رٿيون، جنهن ملڪ ۾ ناراضپو پيدا ڪيو. مهاتما سرڪار کي آڇ ڪئي. ٢٨ جولاءِ تي هائوس آف ڪامنس ۾ هندستان جي باري ۾ بحث هليو. مهاتما ۽ جناح جي وچ ۾ هليل لکپڙه ظاهر ڪئي ويئي. مهاتما وارڌا ويو. زمين ڪم ڪندڙن کي ظاهر ٿيڻ لاءِ ڪوٽ ڪيائين، جنهن تي ڪيترا ظاهر ٿيا. گانڌيءَ جي ڪم ڪسي زور وٺڻ لاءِ وارڌا ۾ ميٽنگ ڪئي ويئي. مهاتما ۽ مسٽر جناح جي وچ ۾ ملاقات ٿي پر ڪجهه ڪين وريو. ماتا

رکيو. ڊاڪٽر شيام پرساد مکرجي وزارت جي
استعيفا ڏني.

١٩٤٣ سرڪار جي پنڊتن تي اعتراض ورڻ لاءِ سڄي هندستان جي اخبارن ٦ جنوريءَ تي هڙتال ڪئي. مهاتما آغاخان محلات ۾ ١٠ فيبروري کان ٽن هفتن جو ورت رکيو. سرڪار هندستان ۾ ٿيل هنسا جي واقعن لاءِ ڪانگريس کي جوابدار ٺهرائڻ جي باري ۾ ڪتاب پڌرو ڪيو. سرمودي، شري اين. آر سرڪار ۽ شري ايم. ايس. آڻي مهاتما جي ورت ڪري وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل تان استعيفا ڏني. ٢١ فيبروري تي مهاتما جي حالت خطري ۾ هئي. ٣ مارچ تي ورت سک سان پورو ٿيو. شري ستيه مورتي گذاري ويو. شري سابرو جي اڳواڻي هيٺ سڏايل وائسراءِ کي ڏنو. مسٽر فلپس ظاهر ڪيو ته کيس ٢٥ اپريل تي مهاتما سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت نه ڏني وئي. سڄي دنيا جي غير ڪانگريسي اڳواڻن مهاتما گانڌيءَ ۽ ڪانگريسي اڳواڻن جي آزاديءَ ۽ ٻي وڌيڪ ڳالهه ٻولهه شروع ڪرڻ جي گهر ڪئي. سرڪار مهاتما جو خط مسٽر جناح کي موڪلڻ کان انڪار ڪيو. ١٨ جون تي لارڊ ويول وائسراءِ مقرر ڪيو ويو. ماتا ڪستوربا جي دل جي تڪليف وڌڻ لڳي. هائوس آف لارڊس ۾ سوال اٿاريو ويو. سرڪار قبول ڪيو ته ڪستوربا کي

رد ڪري ڇڏي. آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي
آفيسن تي سرڪار ڪاهه ڪئي. مهاتما گانڌي "هريجن"
دوارا "ڪئٽ انڊيا" (هندستان ڇڏي وڃو) جو نعرو
بلند ڪرڻ لڳو. ڪئٽ انڊيا" جي باري ۾ ورڪنگ
ڪميٽيءَ جو ٦ جولاءِ تي پاس ڪيل ٺهراءُ ٨ آگسٽ
تي بمبئيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي بيٺڪ
۾ بحال ڪيو ويو. ٩ آگسٽ پرڀات جو مهاتما گانڌي
۽ ٻيا اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا ۽ ڪانگريس اِي قاعدي
ٺهرائي وئي. جنهنڪري ماڻهن ۾ سخت ڪاوڙ ڦهليو ۽
سڄي هندستان ۾ ماڻهن سرڪار سان سخت ٽڪري
کاڌي. ڪيترن هنڌ تہ ڪيترا ڏينهن ماڻهن پنهنجو
راڄ قائم ڪري ڇڏيو هو. مهاتما آغا خان محلات مان
لارڊ لنلٿگو کي خط لکيو. مهاتما جو سيڪريٽري شري
مهاديو ڊيسائي ساٿس گڏ نظربنديءَ ۾ رهندي گذاري
ويو. بهار ۾ هوائي جهازن مان بمبازي ڪئي وئي.
چمور، آشتي، ديو ڪوٺاهه، ڪرساد، اڙياد ۽ ٻين
ڪيترن هنڌ ملٽريءَ جو راڄ جاري ڪيو ويو ۽ ظلمن جي
حد ٿي چڪي. سنڌ ۾ وزير اعظم خان بهادر الهه بخش
پنهنجو خطاب واپس ڪيو، جنهن ڪري هن کي گورنر
ڊسمس ڪيو. سکر جي نوجوان شري هيمون ڪالاڻيءَ
کي معمولي تهمت هيٺ ڦاسي ڏني وئي. چمور جي
ظلمن جي جاچ ڪرڻ جي باري ۾ پروفيسر ڀانسلي ورت

۾ بنيادي مٽ پيدا ڪري مهاتما گانڌيءَ کي سندس
وينتيءَ تي ڪانگريس اڳواڻيءَ کان آجو ڪيو ويو. برما
۾ نيل غير رواجي واقعن جي ڪري ۾ ٿوراءِ پاس ڪيو
ويو، جنهن جي بدراليءَ تي سرڪار پيدا ٿيل وڏي عوام
کي ڇيرو ويو ته خوف جي وقت صمر ڏارين ۽ والنٽيئرن
جي سستا ڦاهڻ لاءِ انهن کي عام جي اڄاءِ ۽ مدد
ڪرڻ جي سکيا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. جنهن جي
والاريل ملڪن سان هندردي ظاهر ڪئي وئي. وايارين
کي وينتي ڪئي وئي ته مال ڪٺو نه ڪن، وڏا نشا
نه وٺن ۽ وڏيڪ ڪاڌي جون شيون پوکيون وڃن.

١٩٤٢ هي سال هندستان جي آزاديءَ جي اتهاس
۾ هميشهه ياد رهندو. جنوريءَ ۾ وارڌا ۾
ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ
جون ميٽنگون ڪيون ويون ۽ مهاتما وري پنهنجي
شرطن سان ڪانگريس جي اڳواڻي ڪرڻ قبول ڪئي
مهاتما "هريجن" ۾ نئين اخبارون وري جاري ڪيون.
شري جمنالعل بجاج گذاري ويو. جين جو چيانگ ڪائي
شيڪ مهاتما سان گڏيو. ١١ مارچ تي ڪرپس جي رٿ
جي بابت ۾ بدراڻي ڪئي وئي. مهاتما گانڌي سالس
٢٧ مارچ تي گڏيو. ڪرپس رٿون سڀني پارٽين جدا
جدا سبب ڪري ٺڪرائي ڇڏيون. الله آباد ۾ آل انڊيا
ڪانگريس ڪميٽيءَ راجا جيءَ جي پاڪستان جي رٿ

وارو مشهور ٺهراءُ بحال ڪيو ويو. وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو
ڪائونسل جي وڌائڻ جي آڇ ڪانگريس رد ڪئي.
آڪٽوبر ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي مڃتا موجب مهاتما
گانڌيءَ شخصي ستياگره چالو ڪيو. شري ونوبا ڀاوي
پهريون ستياگرهي هو. پنڊت جواهر لعل نهروءَ کي
۳۱ آڪٽوبر تي چار سال جيل جي سزا ڏني وئي.
"هريجن" ۽ ٻين واسطيدار قومي اخبارن جو ڇپجڻ بند
ڪيو ويو. سرڪار اخبارن تي بندش وڌي ته ستياگره
جي باري ۾ خبرون نه ڇاپيون وڃن. مولانا
ابوالڪلام آزاد کي گرفتار ڪري ڏيڍ سال جيل ڏنو
ويو. پرانتڪ ڪانگريس ڪميٽين ستياگرهين جون لسٽون
مهاتما کي موڪلي ڏنيون. راجگوپال آچاريه ۽ شري
ستيه مورتي گرفتار ڪيا ويا. مهاتما ۲۵ ڊسمبر کان ۴
جنوري تائين لاڳاتار سبب شب اپوا سان ستياگره مهل
ڪيو.

**۱۹۴۱** هي ٻيو سال شخصي ستياگره هلندو رهيو ۽
هيءَ هلچل گهٽ ڪري ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ
۾ ڦهلجي وئي. پنجويهن هزارن کان مٿي گرفتار
۽ سزاياب ڪيا ويا ۽ ڇهون لکن کان مٿي ڏنڊ وڌو
ويو. ۳ ڊسمبر تي اينت سرڪار سڀني ستياگرهين کي
ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ان بعد ۲۳ ڊسمبر تي باردولي
۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي. اهنسا جي باري

جوڙجڪي أسيمبليءَ ۾ وشواس-دهرايو ويو. اهو ۽ رايو ظاهر ڪيو ويو ته جوڙجڪ آزاديءَ جي أصول موجب ٿي هئڻ گهرجي. ديش واسين کي وينتي ڪئي وئي ته جوڙجڪي پروگرام پوريءَ ريت عمل ۾ آڻين.

[مولانا ابوالڪلام آزاد جي جيوت جو ورتالساله ١٩٤٠ جي خاص اجلاس ۾ ڏنو ويو آهي.]

## پوين ستن سالن جو اتهاس

### [١٩٤٠ کان ١٩٤٦ تائين]

١٩٤٠ هن سال کان پوءِ ڪانگريس جو اجلاس ڪوله ٿي سگهيو آهي. هن سال ديش بندو الفدروز مشهور هندستان جي حش لاءِ لنڊن انگريز پادري گذاري ويو. مهاتما گانڌي ٣ جولاءِ ليءِ وائسراءِ سان گڏيو. دهليءَ ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ليءِ، جنهن ۾ ٺهرايو ويو ته هندستان لي جيڪڏهن ڏاريمن جي ڪاه ٿئي ته اُن حالت ۾ اهنسا جي أصول ڪسي انڪي ڪين رهبو. هن ٺهراءَ ڪري مهاتما گانڌيءَ کي ڪانگريس جي اڳوانيءَ کان آجو ڪيو ويو. شري سباش چندر گرفتار ڪيو ويو. خان عبدالغفار خان ورڪنگ ڪميٽيءَ کان استعيفا ڏني. ٢٥ جولاءِ ليءِ پوني ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ لي جنهن ۾ شري راجگوپال آچاريه جو برطانيه سرڪار کي آڇ

# ٽيونجاهون اجلاس

## پرڌان مولانا ابوالڪلام آزاد - رامگڙه ١٩٤٠ع

" اسانجي سوپ تن ڪانگريس ايڪتا، انتظام ۽ مهاتما گانڌي جي اڳواڻيءَ ۾ ڀروسي ۽ وشواس تي مدار رکي ٿي. هنجي اعليٰ اڳواڻيءَ سبب اسانجي شاندار تواريخ (رڪارڊ) آهي ۽ سندس اڳواڻيءَ هيٺ ئي اسين پنهنجي آئينده جي ڪاميابيءَ پڄاڻي حاصلات لاءِ نهاري رهيا آهيون."

**ابوالڪلام آزاد**

هيءُ اجلاس رامگڙه ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد جي صدارت هيٺ ١٩٤٠ ۾ ٿيو هو. هن اجلاس ۾ مکيه ٺهرا جنگ جي باري ۾ ٿي پاس ٿيو. ظاهر ڪيو ويو ته هندستان کي سندس مرضيءَ بنا جنگ ۾ گهليو ويو آهي ان لاءِ اعتراض اٿاريو ويو ۽ پڌرو ڪيو ويو ته برطانيه سرڪار اها جنگ سلطنت شاهي فائدن جي خيال کان هلائي رهي آهي ۽ ڪانگريس ۽ ڪانگريس جي همت هيٺ جيڪي آهن، سي جنگ ۾ مدد ڪري ڪين سگهندا. اقرار ڪيو ويو ته پورن آزاديءَ کان ڪجهه به گهٽ نه قبول ڪيو ويندو. بالغن جي ووٽ تي چونڊيل

جي لڙائيءَ واسطي تيار ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وئي.
آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ڪي ڪانگريس کي طاقتور
ڪرڻ لاءِ ڪانگريس جوڙجڪ ۾ تبديليون ڪرڻ واسطي
ٻيو ٺهراءُ برطانيه سرڪار جي سامراجي پاليسيءَ
کي ناپسند ڪيو ويو. فلسطينين، سمنڊ پار هندن
هندواسين، رياستي هندواسين ۽ چين سان همدردي
وغيره جي بابت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.



# ٽيونجاهون اجلاس

## پرڌان مولانا ابوالڪلام آزاد - رامگڙھ ١٩٤٠ع

”اسانجي سوپ تن ڪالهين ايڪتا، اعظام ۽ مهاتما گانڌي جي اڳواڻي ۾ پورن وشواس تي مدار رکي ٿي. هنجي اعليٰ اڳواڻي سبب اسانجي شاندار تواريخ (رڪارڊ) آهي ۽ سندس اڳواڻي هيٺ ئي اسين پنهنجي آئينده جي ڪاميابيءَ پٺيءَ حالات لاءِ نهاري رهيا آهيون.“

ابوالڪلام آزاد

هيءُ اجلاس رامگڙھ ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد جي صدارت هيٺ ١٩٤٠ ۾ ٿيو هو. هن اجلاس ۾ مکيه راءِ جنگ جي باري ۾ ئي پاس ٿي هليو. ظاهر ڪيو ويو ته هندستان کي سندس مرضيءَ بنا جنگ ۾ گهليو ويو آهي ان لاءِ اعتراض اٿاريو ويو ۽ پڌرو ڪيو ويو ته برطانيه سرڪار اها جنگ سلطنت شاهي فائدن جي خيال کان هلائي رهي آهي ۽ ڪانگريس ۽ ڪانگريس جي همت هيٺ جيڪي آهن، سي جنگ ۾ مدد ڪري ڪين سگهندا. اقرار ڪيو ويو ته پورن آزاديءَ کان ڪجهه به گهٽ نه قبول ڪيو ويندو. بالغن جي ووٽ تي چونڊيل

هند سرڪار جو بربريت ۽ آزاد فوج جو ڪمانڊر ۽ چيف
جو لقب وارو هو. جپان جي هار بعد ظاهر ڪيو ويو ته
١٨ آگسٽ ١٩٤٥ تي هوائي جهاز حادثي ۾ گذاري ويو
پر عام ماڻهن جو وشواس آهي ته هو زنده آهي ۽
هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڳجهيون ڪوششون ڪري رهيو
آهي. ڪيترن ئي اعتبارن اهي رهيون آهن ته هو جلد
ئي ظاهر ٿي اچي هندستان جي رهبري ڪندو.



# ٻاونجاھون اجلاس

## پردان شري سڀاش چندر بوس - ڊسمبر ١٩٣٩ع

"منھنجي ويچار موجب اسانکي پنھنجي قومي کھر برطانيہ سرڪار اڳيان آخرين نامي طور رکڻ کھرجي. اھا جيڪڏھن مقرر ڪيل وقت اندر نہ قبولي وڃي يا اڻپسنديءَ جھڙو جواب نہ ملي تہ اسانکي عام ستياگرہ جاري ڪرڻ کھرجي."

## سڀاش چندر بوس

ھيءَ اجلاس وري شري سڀاش چندر بوس جي پرداڻپٽي ھيٺ ڊسمبر ١٩٣٩ ۾ ٿيو ھو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن سيٺ گوونددداس ھو. ھي اجلاس انھن حالتن ھيٺ ٿيو ھو، جنھن وقت مھاتما گانڌي راجڪوٽ ۾ ورت رکيو ھو ۽ شري سڀاش چندر تمام بيمار ھو. ھو ڪيترين بيٺڪن ۾ حاضر رھي ڪين سگھيو ۽ سندس غير حاضريءَ ۾ مولانا آزاد صدارت ڪئي. اجلاس ۾ مھاتما گانڌيءَ جي اڳوانيءَ ۽ پراڻيءَ ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ پورن وشواس ظاھر ڪيو ويو ۽ پردان کي عرض ڪيو ويو تہ نئين ورڪنگ ڪميٽي مھاتما جي صلاح سان ناھي وڃي. قوم کي ايندڙ آزاديءَ

هند سرڪار جو برپا ڪيل ۽ آزاد فوج جو ڪمانڊر چيف
چونڊيو ويو هو. جپان جي هار بعد ظاهر ڪيو ويو هو
۱۸ آگسٽ ۱۹۴۵ تي هوائي جهاز حادثي ۾ گذاري ويو
پر عام ماڻهن جو وشواس آهي ته هو زنده آهي ۽
هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪوششون ڪري رهيو
آهي. ڪيترن ته اهڙيون اچي رهيون آهن ته هو جلد
ئي ظاهر ٿي اچي هندستان جي رهبري ڪندو.



ڪيائين. اُن بعد سڄو سال ملڪ جو دورو ڪيائين،
وري ۱۹۳۹ ۾ ٽرپوري ڪانگريس اجلاس لاءِ ٻيهر
ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ جي مخالفت ڪندي ٻه ڀيرا
چونڊيو ويو. بيمار هوندي ۾ مارچ ۱۹۳۹ ۾ اجلاس ۾ شامل ٿيو
سيٺي مخالفتن ڪي منهن ڏناءِ ۽ پوءِ پنهنجي ڪانگريس
اڳوان جي ميلاپ نه ملڻ ڪري استيفعا ڏناءِ ۽ "فارورڊ
بلاڪ" جي هٿ هيٺ هلچل هلايائين... ۱۹۴۰ ۾ رامگڙھ
ڪانگريس اجلاس جي موقعي تي سرڪار سان ناهه جي
خلاف سميلن جي صدارت ڪياءِ. اُن بعد ڪلڪتي ۾
"هال ويل" يادگار پتلي جي ڪٽائڻ جي هلچل هلاياءِ ان
ڪري ڪيس نظر بند رکيو ويو ۽ سرڪار ڪي پتلو الان
هٽائڻو پيو. جيل ۾ هوندي ئي ڪيس سينٽرل اسيمبليءَ جو
ميمبر چونڊيو ويو. ان بعد الس هڪ آرڊر ڪرڻ ۽
ليکه لکڻ سبب ڪيس هلايو ويو. جيل ۾ بک هڙتال
ڪرڻ سبب ڪيس سندس گهر ۾ نظر بند رکيو ويو. جتان
۲۶ جنوري ۱۹۴۱ تي غائب ٿي ويو. پهرين افغانستان
ويو جتان ۲۸ مارچ جي برلن پهتو. اتي آزاد هند فوج
جاري ڪياءِ. "دپوٽي فور آف انڊيا" جو خطاب مليو.
جرمنيءَ مان هو اوڀر ايشيا ۾ رهندڙ هندواسين جي
ڪوٺ تي. ۲۰ جون ۱۹۴۳ ٽوڪيو (جپان) پهتو ۽ هن
اوڀر ايشيا ۾ رهندي "آزاد هند فوج" ۽ "آزاد هند
سرڪار" جو سنگهٺن ڪيو ۽ اهي ڪم ڪري ڏيکاريا،
جن تي دنيا جون اکيون چرخ ڪري چڙيون آهن. هو آزاد

ڪانگريس ۾ پڻ ڏيڻ آل انڊيا راجنيتي سڀاڳي
ڪانگريس جي صدارت ڪيائين. ڊسمبر ۾ سنڌس
ٻرڏاپڻي جشن مهاراشٽر اوجوان سمثل ٿيو. ٢ جنوري
١٩٣٢ تي کيس وري گرفتار ڪري شاهي قيدي طور
نظربند ڪري رکيو ويو. جيل ۾ بيماري وڌي وڃڻ
ڪري ٢٢ فيبروري ١٩٣٣ تي ٻمبئيءَ مان کيس ولايت
روانو ڪيو ويو ۽ ويانا ۾ وڃي علاج ڪرائڻ لڳو. هن
يورپ ۾ رهندي پرچار جو ڪم به پڻ ڪيو. "پارليا
مينٽ" ۾ پڻ انگريزي ڪتاب به پڌرا ڪيائين. ٣ ڊسمبر
١٩٣٤ تي پيءُ جي سخت بيماريءَ ۾ سرڪار سبب
هندستان آيو ۽ ١٠ جنوري ١٩٣٥ تي کيس وري ديش
مان روانو ڪيو ويو. هن سڄو سال علاج سان گڏ پرچار
جو ڪم جاري رکيو. ١٩٣٦ ۾ پنڊت جواهرلعل لکنو
ڪانگريس اجلاس جي چونڊيل پريزيڊنٽ جي ڪري
تي هندستان آيو، جيتوڻيڪ حڪم هئس ته کيس آزاد
رهڻ نه ڏنو ويندو. ٨ اپريل تي ٻمبئي ۾ پهچڻ سان
کيس گرفتار ڪري وري به شاهي قيدي طور نظربند
ڪيو ويو. جيل ۾ هو وري ويو وڌيڪ بيمار ٿيندو ويو. آخر
تي سرڪار لاچار ٿي ١٧ مارچ ١٩٣٧ تي آزاد ڪيس.
نومبر ١٩٣٧ ۾ هوائي جهاز رستي هندستان پهتو ۽
دنيا جي حالتن جاچڻ لاءِ يورپ جي گشت تي ويو.
سنڌس پريت کيس هريپور ڪانگريس جو پرڌان چونڊيو
ويو. فيبروري ١٩٣٨ ۾ هريپور اجلاس جي صدارت

ڪيائين. اُن بعد ستو سال ملڪ جو دُورو ڪيائين.
وري ۱۹۳۹ ۾ تريپوري ڪانگريس اجلاس لاءِ به
ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ جي مخالفت ڪندي به پرڌان
چونڊيو ويو. بيمار هوندي به مارچ ۱۹۳۹ ۾ اجلاس ۾ شامل ٿيو
سيٺي مخالفتن ڪي منهن ڏناءِ ۽ پوءِ پڻ ڪانگريس
اڳوان جي ميلاپ نہ ملڻ ڪري استيعفا ڏناءِ ۽ "فارورڊ
بلاڪ" جي هٿ هيٺ هلچل هلايائين. ۱۹۴۰ ۾ رامگڙهہ
ڪانگريس اجلاس جي موقعي تي سرڪار سان ناهہ جي
خلاف سميلن جي صدارت ڪياءِ. اُن بعد ڪلڪتي ۾
"هال ويل" يادگار پتلي جي ڪڍائڻ جي هلچل هلاياءِ ان
ڪري کيس نظر بند رکيو ويو ۽ سرڪار کي پتلو الان
هٽائڻو پيو. جيل ۾ هوندي ئي کيس سينٽرل اسيمبليءَ جو
ميمبر چونڊيو ويو. ان بعد اُنس هڪ ٺڪريسر ڪرڻ ۽
ليکہ لکڻ سبب کيس هلايو ويو. جيل ۾ بکہ هڙتال
ڪرڻ سبب کيس سندس گهر ۾ نظر بند رکيو ويو. جتان
۲٦ جنوري ۱۹۴۱ تي غائب ٿي ويو. پهرين افغانستان
ويو، جتان ۲۸ مارچ جي برلن پهتو. اتي آزاد هند فوج
جاري ڪياءِ. "ڊيپوٽي فوهرر آف انڊيا" جو خطاب مليو.
جرمنيءَ مان هو اوڀر ايشيا ۾ رهندڙ هندواسين جي
ڪوٺ تي. ۲۰ جون ۱۹۴۳ ٽوڪيو (جپان) پهتو ۽ هن
اوڀر ايشيا ۾ رهندي "آزاد هند فوج" ۽ "آزاد هند
سرڪار" جو سنگهٺن ڪيو ۽ اهي ڪم ڪري ڏيکاريا،
جي دنيا جون اکيون چرخ ڪري ڇڏيون آهن. هو آزاد

ڪانگريس ۾ ٿي ڏيڻ آل انڊيا راجسيتي سڀاڳي
ڪانگريس جي صدارت ڪيائين. ڊسمبر ۾ سنڌس
پرڏانهن هيٺ مهاراشٽر اوحوان سميلن ٿيو. ۲ جنوري
۱۹۳۲ لي ڪيس وري گرفتار ڪري شاهي قيدي طور
نظربند ڪري رکيو ويو. جيل ۾ بيماري وڌي وڃڻ
ڪري ۲۲ فيبروري ۱۹۳۳ ع ممبئي مان ڪيس ولايت
روانو ڪيو ويو. ولايت ۾ به جي علاج ڪرائڻ لڳو. هن
يورپ ۾ رهندي پرچار جو ڪم به ڪيو. "پارليا
ڀڌ" ۾ ٿي انگريزي ڪتاب به پڌرا ڪيائين. ۳ ڊسمبر
۱۹۳۴ لي پيءُ جي سخت بيماري ۾ سرڪ-واس سبب
هندستان آيو ۽ ۱۰ جنوري ۱۹۳۵ لي ڪيس وري ڊيش
مان روانو ڪيو ويو. هن سڄو سال اعلاج سان گڏ پرچار
جو ڪم جاري رکيو. ۱۹۳٦ ۾ پنڊت جواهر لعل لکنو
ڪانگريس اجلاس جي چونڊيل پريزيڊنٽ جي ڪوشش
لي هندستان آيو. جيترو ٿيڪ هير هٽس لہ ڪيس آزاد
رهڻ نہ ڏنو ويندو. ۸ اپريل لي ممبئي ۾ پهچڻ لي
ڪيس گرفتار ڪري وري نہ شاهي قيدي طور نظربند
رکيو ويو. جيل ۾ هو وري ويو وڏ ڪ ڀرتي ٻولڊو. آن
لي سرڪار لاچار لي ۱۷ مارچ ۱۹۳۷ لي آزاد ڪيس.
نومبر ۱۹۰۷ ۾ هوائي جهاز رستي لندن سدارڻ ۾
د ايا جي حالتن جاچڻ لاءِ يورپ جي گشت لي ويو.
سنڌس پرپٺ ڪيس هريپور ڪانگريس جو پرڌان چونڊيو
ويو. فيبروري ۱۹۳۸ ۾ هريپور اجلاس جي صدارت

پرالتڪ ڪانفرنس جو پرڏان ٿيو. ڊسمبر ۾ ڪلڪتي
۾ آل انڊيا يوٿ ڪانگريس جي آجيان ڪميٽيءَ جو
چيئرمين ٿيو. ڌانا ڪمپنيءَ جي هرتال وقت مزورن جي
سهائتا ڪيائين. ڊسمبر ۱۹۲۸ ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس
اجلاس وقت والنٽيئرن جي فوج جو ڪپتان ڪمانڊر جنرل
ٿيو. مارچ ۱۹۲۹ ۾ جتيندر ناٿ داس جي ورسي
ملهائڻ ڪري ڇهه مهنا جيل جي سزا مليس. ۱۹۲۹ جي
ڊسمبر ۾ لاهور ڪانگريس جي موقعي لاءِ پنهنجي
لاڪيٽي سرڪار جاري ڪرڻ جو نعرو ڏنائين. اُن وقت
راجنيتي قيدين جي ڪانفرنس نوجوان ڪانفرنس ۽ پين
معرفت آزاديءَ جو آواز اُٿاريائين. "ڪانگريس ڊيمو
ڪريٽڪ" پارٽي به اُن وقت جاري ڪئي ويئي، جنهن
جو ڪپتان سيڪريٽري ڪيو ويو. ڪپتان وري
۲۳ جنوري ۱۹۳۰ تي هڪ سال جيل جي سزا ملي.
۲۳ سپٽمبر ۱۹۳۰ تي آزاد ٿيو. ڪپتان پرپٽ ڪلڪتي
ڪارپوريشن جو ميئر چونڊيو ويو هو. جنوري ۱۹۳۱ ۾
آزاديءَ جي پهرين سالياني ڏينهن ملهائڻ جي سلسلي ۾ لڳايل
۱۴۴ قلم ٽوڙڻ سبب هفتو جيل مليس. پدرس هولدي
۽ ۲۶ جنوري ملهائي ويئي، جنهن ڪري ڇهه مهنا جيل
مليس. پر وري گانڌي - اروِن ناهه ٿيڻ تي آزاد ڪيو
ويو. ڪراچي ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيو ۽
گانڌي - اروِن ناهه ۽ گولميز ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ جي
مخالفت ڪيائين. ۲۰ مارچ ۱۹۳۱ تي آل انڊيا يوٿ

ڪانگريس رياستي ماڻهن جي هرطرح سانشا ڪندي.
بهار ۽ يو-پي-ي جي وزيرن جي استيفعا تي پندرناهو ڪيو ويو. سلون ۾ رهندڙ هندواسين، چين ۽ پئلستانين، جنگ جي خطري وغيره سوالن جي باري ۾ به ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. سيڪريٽري آچاريه جيوترام ڪرپالاڻي ڪيو ويو.

## شري سڀاش چندر بوس جي جيوت:-

ڀارت جي آزاديءَ جي لاءِ جا سورهيه سپاهي جن جو نالو ڀارت جي اتهاس ۾ سداءِ سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو، تن مان هڪ آهي امر ويرُ شري سڀاش چندر بوس. هن جو جنم ٢٣ جنوري ٨٩٧ ع ڪٽڪ جي سرڪاري وڪيل بابو جانڪيناٿ جي گهر ٿيو هو. ١٩١٣ ۾ مئٽرڪ پاس ڪياءِ ۽ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ ٻيو نمبر آيو. ڪاليج ۾ پڙهندي ويراڳ- ڀاءُ وچان گهر مان اکري ويو پر پوءِ وري اچي ڪاليجي تعليم کي لڳو. ڪاليج ۾ ودياٿين جو اڳوان ٿي رهيو ۽ شاگردن جي حقن لاءِ اڪيلو ئي ڏسٽيون پيس. ١٩١٩ ۾ بي-اي آنرس ۾ پاس ڪري ايم-اي لاءِ تياري ڪرڻ لڳو پر پوءِ جلد مائٽن جي زور ڀرڻ تي ولايت آءِ-سي-ايس امتحان لاءِ ويو. امتحان ۾ چوٿون نمبر آيو. هندستان ۾ اچڻ تي قطع تعلقات هلچل جو زور ڏنائين، جنهن سندس دل تي اثر ڪيو. مائٽن جي زور ڀرڻ تي به ١٩٢١ ۾ ان عهدي جي استيفعا ڏنائين ۽ مهاتما جي صلاح

# پنجاھون اجلاس

## پرڌان پنڊت جواھرلعل نهرو - فيض پور ۱۹۳۷ع

"اسين آزاديءَ جون ڳالهيون ڪريون ٿا ته انساني ٻوليءَ ۾ اُن جي معنيٰ آهي عام ماڻهن جو بيان ڪرڻ کان وڌيڪ ڏک ۽ ڪشٽ دور ڪرڻ."

### جواھر لعل نهرو

هيءُ اجلاس وري به پنڊت جواھرلعل نهروءَ جي پرڌانپڻي هيٺ فيضپور ۾ ۱۹۳۷ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽي جو چيئرمين شنڪرراءِ ٿيو هيو. اجلاس ۾ ڊاڪٽر انصاري شري عباس طيبجي ۽ ٻين جي مرڻ تي ڏک ظاهر ڪيو ويو. برماواسين جي گهڻي انداز جي گهر خلاف فقط برطانيه سلطنت جي فائدن جي خيال کان برما کي جدا ڪرڻ کي ننديو ويو. اسپين جي جنگ ۾ برطانيه سرڪار جي نيتيءَ کي پڻ ننديو ويو. هن اجلاس ۾ عهدا قبولڻ ۽ نه قبولڻ جي سوال تي سخت ڇڪتاڻ هلي. هن سال اڳين پيري وارا ٻئي سيڪريٽري قائم رکيا ويا.



ظاهر ڪيو ويو ته رياستن ۾ هلچل رياستن جي آدمين
کي ئي هلائڻ گهرجي. هن سال آچاريه ڪرپالاڻي ۽
شري جئرامداس دولترام سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.
[پنڊت جواهرلعل نهروءَ جي جوش جو ورلاءُ
١٩٢٩ع جي چوٽيتاليهين اجلاس ۾ ڏنو ويو آهي.]

# اُٺونجاهون اجلاس

## پرڌان پنڊت جواهرلعل نهرو - لکنؤ ۱۹۳۶ع

”برطانيه سلطنت شاهي، جنهن هندستان ۾ مالي تنگي ۽ جو سوال ۽ خوفناڪ ڪنگالپڻو پيدا ڪيو آهي، سا اهو سوال نه ڪي حل ڪري سگهندي ۽ نه ڪي ڪنگالپڻو دور ڪري سگهندي.“

جواهرلعل نهرو

هيءُ اجلاس لکنؤ ۾ پنڊت جواهرلعل نهروءَ جي پرڌانپڻي هيٺ ۱۹۳۶ ۾ ٿيو هو. اجلاس ۾ گذاري ويل ديش ڀڳتن جي يادگيريءَ ۾ عزت ڏيکاري ويئي ۽ راجنيتي قيدين ۽ ديش نيڪالي مليلن کي واڌايون ڏنيون ويون. سڀاش جي گرفتاري کي ننديو ويو. جنگ ۽ فئسزم خلاف دنيا جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ رومن رولنڊ جي ڏنل نينڊ واسطي شڪرانو ظاهر ڪيو ويئي. ڪنهن به سلطنت شاهي جنگ ۾ شامل ٿيڻ جي مخالفت ڏيکاري ويئي. ابيسينيا لاءِ همدردي ڏيکاري ويئي. فيصلو ڪيو ويو ته پرانتڪ چونڊن ۾ بهرو وٺجي پر عهدا نه قبوليا وڃن. اهو ا...

ملڪ جو جيڪو هتي ديش ۾ ڪمائي سچائي آندي.
١٩٣٩ع ۾ شري سڀاش بوس جي استيفا ڏيڻ ڪري کيس
ڪانگريس جو ايڪٽنگ پريزيڊنٽ ڪيو ويو هو.
١٩٤٠ع ۾ شخصي ستياگره ۾ شامل ٿيو. ٩ آگسٽ
١٩٤٢ ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين
ميمبرن سان گڏ گرفتار ڪيو ويو ۽ هزاري باغ سينٽرل
جيل (بهار) ۾ نظربند رکيو ويو هو، جتان سملا ڪانفرنس
جي بدولتي. لڳ ڀڳ ١٩٤٥ جي جون جي ٽئين هفتي
۾ آزاد ٿيو. هاڻي کيس عارضي سرڪار ۾ کنيو ويو آهي
۽ کيس تعليم کاتو ڏنو ويو آهي. هيءَ ملڪ جي محبوب
اڳواڻن ۾ هڪ آدرشي اڳواڻ آهي.



۱۹۰۳ ۾ مئٽرڪ پاس، ڪيائين جنهن ۾ ڏه فلظ فرسٽ ڪلاس ۾ پهرئون نمبر آيو، مگر انٽرئون مارڪون ڪميائين جيترئون سڄي يونيورسٽيءَ ۾ اڳ ڏهن سالن ۾ ڪو نه حاصل ڪري سگهيو. ۱۹۰٦ ۾ بي- اي- ۾ فرسٽ ۾ پهرئون نمبر اچي پاس ڪيائين. ڪلڪتي جي پريزيڊنسي ڪاليج ۾ ڪاليج يونين ۽ ڊبيٽنگ سوسائٽي جاري ڪيائين، جنهن جو پاڻ سيڪريٽري ٿي رهيو هو. سندس ڪوشش سان ۱۹۰٦ جي سيپٽمبر ۾ پاٽنا ڪاليج هال ۾ بهار جي شاگردن جي ڪانفرنس جو پهرئون اجلاس ٿيو هو. ۱۹۰۷ ۾ ايم- اي پاس ڪري وڪالت پڙهڻ لڳو. انهن سال ڪان وٺي ڪانگريس جي هرڪنهن اجلاس ۾ شامل ٿيڻ لڳو. ۱۹۱٦ ۾ ايم- ايل- امتحان فرسٽ ڪلاس ۾ پهرئون نمبر اچي پاس ڪيائين. ۱۹۱۴ کان ۱۹۱٦ تائين يونيورسٽي لا ڪاليج جو پروفيسر ٿي رهيو. ان بعد پهرين ڪلڪتي ۾ ۽ پوءِ پاٽنا ۾ هاءِ ڪورٽ جاري ٿيڻ سان پاٽنا ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. ڪيس ماهيانو ٽي هزار ڪمائي ٿيڻ لڳي. ۱۹۱۷ ۾ پاٽنا يونيورسٽي جاري ٿيڻ کان پهرين سينيٽ جو ۽ پوءِ سنڊيڪيٽ جو ميمبر ٿي رهيو هو. يونيورسٽيءَ ۾ هنديءَ کي مکيه جاءِ ڏياري. ساڳئي سال چمپارن جي ستياگره ۾ خاص پارٽ ورتائين. ۱۹۱۸ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ۱۹۱۹ ۾ رولٽ ائڪٽ خلاف بهار ۾ هلچل هلايائين. ۱۹۲۱ ۾

نهرو ۽ ان جي پروگرام ۾ ليگ جي پارٽي ۾ پاس ڪيل
ٺهراءُ قبول ڪيو ويو. ٻهر جيڪي بهادرانه قربانيون
ڪيون هيون ۽ سختيون سٺيون هيون، ان لاءِ انهن
کي واڌايون ڏنيون ويون. مهاتما جي رهبريءَ هيٺ
آل انڊيا ولیج انڊسٽريز ايسوسيئيشن (گرام اڌيوگ
سنگهه) جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ ٺهرايو ويو ته
ڪانگريس آجيان ڪميٽيءَ ادران آنيدد گرام اڌيوگ
سنگهه ۽ چرخا سنگهه تي ڪانگريس لاڳو بندوبست
ڪن. ڪانگريس جوڙجڪ ۾ ڪيتريون ڦيرڦارون
ڪيون ويون. عهديدارن لاءِ عادتي طور کادي پائڻ
لازمي ٺهرائي وئي، ڊيليگيٽن جو انداز گهٽائي ٻه
هزار ڪيو ويو، پر هر سؤ ميمبرن پٺيان هڪ ڊيليگيٽ
مقرر ڪيو ويو ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي
ميمبرن جو انداز گهٽائي اڌ ڪيو ويو. سوديشي
هندستاني رياستن ۽ جوڙجڪ پروگرام جي پارٽي ۾
ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. مهاتما ڪانگريس ميمبريءَ جي
استيفا ڏني. سيڪريٽري آچاريه جي ٻرام ڪرپالاڻي،
سيد محمود ۽ شري سيرامداس دولترام مقرر ڪيا ويا.

## بابو راجيندر پرساد جي جيون

هو ٣ ڊسمبر ١٨٨٤ع ۾ بهار جي جيراديئي ڳوٺ
۾ مهاديو سهاءِ نالي زميندار جي گهر ڄائو هو.
پارسيءَ جي تعليم گهر ۾ ڪري ڇپرا جي اسڪول مان

# اُٺونجاهون اجلاس

پرڌان بابو راجيندر پرساد - بمبئي ١٩٣٤

"اسان کي ياد رکڻ کپي جي ته آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي قيمت ڏيڻي آهي. اسان جيڪي ڪيو آهي ۽ سٺو آهي تنهن لاءِ اسان کي فخر آهي. پر اعليٰ آدرش جيڪو اسان جي نظر ۾ آهي تنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو اڃا ڪافي ڪين آهي- ان لاءِ بيحد صبر اٽل ارادو ۽ بي انت قرباني کپي آهي....... اسين جيڪر ناڪامياب ٿيون، ڀيهر ناڪامياب ٿيون پر آخر ڪنهن ڏينهن اسين ضرور سوپ حاصل ڪنداسين."

## بابو راجيندر پرساد

هي اجلاس بمبئيءَ ۾ بابو راجيندر پرساد جي پرڌانپڻي هيٺ آڪٽوبر ١٩٣٤ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين شري ڪي. ايف. نارمين هو. اجلاس ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو پارليامينٽري

ان بعد ڪانگريس جي الڪنڪ برذان شروعات الهي
جهين هفتن لاءِ ستياگرهه معطل ڪيو ۽ پوءِ وري
ٻهر ڇهين هفتن لاءِ ستياگرهه معطل ڪيائين. ١٢
جولاءِ تي پوني ۾ ڪانگريس جي غير رواجي ميٽنگ
ٿي، جنهن مهاتما کي وائسراءِ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ
چيو، پر وائسراءِ انڪار ڪيو. عام ستياگرهه بند رکڻ
جو اعلان ڪيو ويو، باقي شخصي ستياگرهه جي
اجازت ڏني وئي. مهاتما کي وري ١ آگسٽ تي
گرفتار ڪري ڇهه سال جيل جي سزا ڏني وئي ۽
اڳي ها جيل مان هريجن جو ڪم ڪرڻ جي اجازت
هئس، سا سهوليت نه ڪئي ويس، جنهنڪري مهاتما
وري ورت رکيو. ان ڪري کيس ١٣ آگسٽ تي
آزاد ڪيو ويو. مهاتما جيل جو باقي مدو آگسٽ
٩٣٤ تائين ستياگرهه علاچل کان ٻاهر رهي فقط
هريجن ڪم کي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. شروعاتي الهي
پيسن ٢٠ سيپٽمبر تي ۽ برزبادات وٺل ٻالي ٻتول
٢٢ سيپٽمبر تي گذر ڪري ويو. بهار ۾ ڏرلي جو
زلزلو ١٥٠٠٠ جيوس مبلن ۾ لڳو. ڊاڪٽر انصاري،
ڊاڪٽر راءِ ۽ سنپورنانند سوراج پارٽي. لاهي سوراج
پارٽي کي ڪانگريس جو حصو قبول ڪيو ۽ پوني ۾
مهاتما تي ٻرڪولو اڇلايو ويو. مهاتما مخالفن جي بيصبري
سبب سمع ڏينهن اپواس رکيو.

ورتي ٿوڙيو. مهاتما جيل مان "هريجن" اخبار ڪڍڻ لاءِ ڪوشش ورتي ۽ هفتيوار ڪڍڻ لڳو. "هريجن شيوڪ سنگهه" به جاري ڪيو ويو.

# ۱۹۳۳ع (سنتاليهون اجلاس)

هن سال به آرڊيننس جو سال ٿي ليکيو وڃي ٿو. ڪانگريس ساڳي غير قانوني جماعت هئي، ان هوندي به اپريل ۱۹۳۳ لاءِ ڪلڪتي ۾ پنڊت مالويه جي پرڌانپڻي هيٺ اجلاس ڪرايو ويو ۽ هن کي اڳواٽ ئي گرفتار ڪيو ويو. جنهنڪري شريمتي نيلي سين گپتا جي پرڌانپڻي هيٺ اجلاس ڪيو ويو، جنهن ۾ ۱۹۳۲ وارا ٺهراءُ ورجي دهرايا ويا. پنڊت مالويه جي اجلاس لاءِ اڳواٽ لکيل تقرير پڙهي وئي جنهن ۾ چيل هو ته "عام ماڻهن جي حقن لاءِ سرڪار جيڪا آرڊيننس رستي ڪالهه ڪئي آهي، ان حقن جي رکيا واسطي ڪانگريس ستياگرهه جي هلچل هلائي رهي آهي. ماڻهن جي هٿن ۾ ستياگره ئي هڪ بلڪل قيمتي هٿيار آهي."

هن اجلاس بعد ملڪ ۾ ڪيترا راجنيتي واقعا ٿيا. مهاتما ۸ مئي کي ۲۱ ڏينهن لاءِ آتم شڌيءَ واسطي ورت رکيو. جنهن ڪري مهاتما کي آزاد ڪيو ويو.

ساڻ هر طرح جون عقوبتون جهلڻ هڪ راند ٿي پئي.
ان حالت ۾ ڪانگريس جو ڪوبه باقاعدي اجلاس ٿي
ڪو نه سگهيو. ساڳي اپريل ۱۹۳۲ ۾ دهليءَ ۾ پنڊت
مدن موهن مالويه جي پرڌانپڻي هيٺ اجلاس ڪوٺايو
ويو. پوليس جي سخت ڪوشش هوندي به پنج سو
ڊيليگيٽ حاضر هئا. پريزيڊنٽ پنڊت مالويه کي واٽ
ويندي گرفتار ڪيو ويو. چار ٺهراءُ پورن آزاديءَ،
ستياگره هلچل، مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۽ اهنسا ۾
پورن وشواس جا پاس ڪيا ويا.

سڄو سال سخت دٻاءُ هوندي به هلچل هلندي
رهي. برٽش مال بائيڪاٽ ڪيو ويو. ڪن هنڌ ڍل
نه ڏيڻ جو تحرڪ هلايو ويو. بي قاعدي ساهتيه پڌرو
ڪيو ويو. ان هلچل هلندي ۱۷ آگسٽ تي مسٽر رامسي
مئڪڊونالڊ وزير اعظم ڪميونل اوارڊ ڪڍيو، جنهن
ڪري مهاتما مرڻ گهڙيءَ تائين ورت رکڻ جو ارادو
ڪيو. مهاتما هو ۽ مئڪڊونالڊ جي وچ ۾ لکپڙهه
هلي. ملڪ ۾ شور مچي ويو. مهاتما ۲۰ سيپٽمبر تي
ورت شروع ڪيو. سڀني جاتين جي اڳواڻن جي مهاتما
ساڻ صلاح مصلحت ٿي. هريجن لاءِ مندرن جا دروازا
کوليا ويا. پوونا ناهه پتر هريجن، هندن ۽ ڪانگريس
اڳواڻن ۲۴ سيپٽمبر تي صحيح ڪيو، جنهن موجب ڪن
بچاون ساڻ هريجن جدا چونڊ ڪن لاءِ هٿ ڪيو. اهو
ناهه پتر سرڪار قبول ڪيو. مهاتما ۲۶ سيپٽمبر تي

# (چائبنالبوون) بي قاعدي اجلاس

## ١٩٣٢ع

١٩٣١ ۾ گانڌي-ارون ڪچو صلح جٽاڪ ٽالي جو
هو. ڀڳت سنگهه ۽ سندس ساٿين کي ڦاسين تي لٽڪايو
ويو. مهاتما لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس تي ٿي هو تہ
دٻاءُ جو گهوڙو تيز هلڻ لڳو. جيلن جون جايون اڳوات
وڌايون ويون. لارڊ ارون ولائت روانو ٿي ويو ۽ سندس
جاءِ ولنگڊن والاري، جنهن جو زور هوتي حيواني ٻل
تي. هن ڏنڊي جي زور سان ڪانگريس جي هستي
نيست نابود ڪرڻ تي گهري. مهاتما گانڌي جنوري
١٩٣٢ ۾ ملڪ ۾ پير رکيو تہ نوڪر شاهيءَ جي ظلمن
جون ڪهاڻيون سندس ڪنن تي پيون. بنگال ۾ ستم
جو راڄ هو. خود پنڊت جواهر لعل پاران جيل ۾ ٽوسيا
ويا هئا. مهاتما وائسراءِ کي ملاقات لاءِ تار ڪئي پر
انڪاري جواب مليس. ملڪ کي ستياگرهہ هلائڻ لاءِ
مدد ڪيو تہ ڪيو وڃي اُن کان اڳ لارڊ ولنگڊن پنهنجو
رڊيننس راڄ جاري ڪري ڇڏيو، مهاتما گانڌي ۽
ي سڀ ڪانگريس اڳوان هڪدم گرفتار ڪري جيلن
بند رکيا ويا. انهن سان گڏ لکيا وڏا ڪم ڪندڙ
ن ۾ ٽوسيا ويا. ڪانگريس بي قاعدي جماعت
اني ويئي. لٺبازي، گوليبازي، جيل، ڏنڊ ۽ ماڻهن

ماڻ واپس ورتي ۽ ٤ جنوري ١٩٣٢ تي وري شاهي قيدي طور نظر بند ڪري رکيو ويو. ١٩٣٤ ۾ لڪ جي بيماريءَ سبب بنا شرط شروط آزاد ڪيو ويو. آزاديءَ بعد اُن ڪانگريس پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمينيءَ جو بوجو کنيو ۽ ڪانگريس اُميدوارن جي فتح پائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. راجڪوٽ جي ٺاڪر جي معاملي طئي ڪرڻ ۾ به سندس چڱو هٿ رهيو. ١٩٤٠ ۾ ڊفينس ريگيوليشن هيٺ وري نظر رکيو ويو ۽ ١٩٤١ ۾ آزاد ٿيو ۽ ٩ آگسٽ ١٩٤٢ تي ”ڪئٽ انڊيا“ نعري پاس ٿيڻ ڪري احمد نگر قلعي ۾ نظربند ڪري رکيو ويو جتان پوءِ يرودا جيل ۾ رکيو ويو. جتان جون ١٩٤٥ ۾ واسراءِ جي شملي ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ بعد آزاد ٿيو. هن سال به اسيمبلين جي چونڊن لاءِ پارليامينٽري بورڊ جو ڪم سندس ئي حوالي رهيو ۽ ان لاءِ زبردست پرچار ڪيائين. هو هند جي عارضي سرڪار ۾ کنيو ويو آهي ۽ هو هڪ زبردست جوڙجڪ ڪرڻ جو ڄاڻو، اکنڊ هندستان، هندو مسلم ايڪتا ۽ آزاديءَ جو اُپاسڪ آهي. اٽل ارادي وارو هئڻ ڪري کيس لوهي انسان ڪوٺيو ويندو آهي.



۾ ستياگرھ جي زماني ۾ هٿياربند پوليس سندس
جي چوڪيداري هميشھ رهندي هئي ۽ سندس هرڪ
چوڌاري تي سخت نظر رکندي هئي. ١٩٢٢ ۾ مهاتما
گرفتاريءَ بعد گجرات ودياپيٺ لاءِ ڏهه لک رو
ڪٺا ڪياءِ. ناگپور ۾ قومي جهنڊي جي ستياگرھ
شاندار سوڀ حاصل ڪياءِ. گورنر سندس گهرون قبول
ڪيون ۽ قيدي آزاد ڪيا. بورسد جي لڙائيءَ وقت
ماڻهن تي ٻن لکن ۽ چاليھ هزارن جي چٽي پوليس
خلاف هلچل هلائي اها دور ڪرايائين. ١٩٢٤-١٩٢٨ ۾
احمدآباد ميونسپالٽيءَ جو پرڌان ٿيو ۽ شهر جي سڌاري
۽ واڌاري جا ڪيترا ڪارنما ڪياءِ. ١٩٢٨ ۾ باردولي
۾ ويهه سيڪڙو ڍل وڌائي ويئي، جنهن جي خلاف ستياگرھ
هلچل هلايائين. ستيهه هزار آدمي سندس حڪم تي
سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. انت سرڪار لاچار ٿي
آگسٽ ١٩٢٨ ۾ آڻ مڃي. هن سوڀ ڪري کيس سردار
جو خطاب ملڪ کان عطا ٿيو. ١٩٣٠ ۾ ستياگرھ هلچل
۾ ٧ مارچ تي ٽي مهنا جيل ۽ پنج سو روپيه ڏنڊ جي
سزا مليس. ٢٨ جون آزاد ٿيو ۽ وري ٽلڪ ورسي تي
ٽن مهنن لاءِ جيل روانو ڪيو ويو. آزاد ٿيڻ سان وري
نيهر ٩ مهنا جيل جي سزا ڏني ويس. انت ٢٦
جنوريءَ تي ٻين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن سان
گڏ آزاد ٿيو. ١٩٣١ ۾ فيبروريءَ ۾ ڪراچي ڪانگريس
اجلاس جو پرڌان ٿيو. مهاتما گانڌيءَ جي والنٽ

جي حق هٿ ۾ ھاري ۽ ۽ ڀوراء پاس ڪيا ويا. سيد محمود ۽ ڀندس جواهر لعل سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي جيوت:-

هو سال ١٨٧٥ ۾ ڪرمسد ڳوٺ جي شري جهيور ڀائي پٽيل هڪ ٻهادر ڪڙميءَ جي گهر ڄائو هو. پڻس ١٨٥٧ واري الوي ۾ حصو ورتو هو. ٻيءَ جي ڳالهين اولاد ۾ ٻه ديش ڀڪتيءَ ۽ ٻهادريءَ جا اُمنگ پيدا ڪيا ۽ ولڀ ڀائي خواه سندس ڀاءُ شري وٺل ڀائي پٽيل ديش جا لاڏلا اڳوان ٿيا. شروعاتي تعليم نڙياد، ٻڙودي وغيره مان وٺي ميٽرڪ پاس ڪرڻ بعد ڊسٽرڪٽ پليڊر جو امتحان پاس ڪري ڪمائڻ ڪي لڳي ويو. زال جي پليگ ۾ گذارو وڃڻ بعد پيسا ڪٺا ڪري ولايت ويو. سخت محنت ڪري امتحان ڏنائين. فرسٽ ڪلاس ۾ پهرئين نمبر اچڻ ڪري پنجاه پائونڊ اسڪالرشپ ۽ چئن ٽرمن جي ٽيءَ جي معافي مليس. امتحان پاس ڪري اچي احمدآباد ۾ وڪالت ڪي لڳو، ۽ خوب ڪمائي ڪرڻ لڳس. عام سيوا جي ميدان ۾ ١٩١٦ ۾ آيو جڏهن هن تي مهاتما گانڌيءَ جو چڱو اثر ٿيو. گوڌرا ڪانفرنس ۾ جوڙجڪي سڀا لاءِ ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو. چمپارڻ ۾ بيگر کي بند ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري ڪاميابي حاصل ڪيائين. کيڙا جي ستياگره هن جو نالو چڱو مشهور ڪيو. رولٽ ائڪٽ ۽

هيءَ اجلاس ڪراچيءَ ۾ سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي
پرڌانپڻي هيٺ ١٩٣١ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو
چيئرمين ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي هو. گانڌي - اروِن
ڪچي صلح بعد سڄي هندستان مان ڊيليگيٽ وڏي
انداز ۾ آيل هئا. اجلاس ڀرپور پيرو ڪليل سيڪاريل
پنڊال ۾ ٿيو. سردار ڀڳت سنگهه ۽ سندس سائين کي
مهاتما ۽ سڄي ملڪ جي پاڙائڻ لي ۽ ڦاسي ڏني ويئي
هئي، جنهڪري خاص طرح نوجوانن ۾ سخت جوش
جي لهر هئي. ان لاءِ ظاهر ڪيو ويو ته اهي ڦاسيون
فقط بدلي وٺڻ جي خيال کان ڏنيون ويون آهن، ان
ڪري اُن ڪم کي ننديو ويو. هيسا لاءِ ناپسندي
ڏيکاريندي ڀڳت سنگهه ۽ سندس سائين جي بهادريءَ
۽ قربانيءَ کي ساراهيو ويو. ڪانپور ۾ هندو مسلم دنگي
۾ شانتي آڻڻ جي ڪوشش ڪندي مشهور اخبار نويس
۽ ديش ڀڳت ڪٽيش شنڪر ودياٿيءَ جي خود قربانيءَ لي
فخر ظاهر ڪيو ويو. گانڌي - اروِن ناه قبوليو ويو. پر
سرڪار جي راڄنيتي قيدين کي پوري ريت آزاد نه
ڪرڻ جي ايتيءَ کي ننديو ويو. ٻي گولميز ڪانفرنس
لي مهاتما گانڌيءَ کي ڪانگريس پاران عيوضي ڪري
موڪلڻ بحال ڪيو ويو. سنتيا گرهين، جاني فسادن،
شراب جي بندش، کادي، سانتيڪي پڪيٽنگ، سرحدي
پرڳڻي جي دٻاءَ، اوڀر آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسين،
برما جي جدائيءَ کي بند ڪ ۽ انهن کي آزاد حڪومت

# پنجيتاليون اجلاس

ڀرڏان سردار ولڀ ڀائي پٽيل - ڪراچي ١٩٣١

"منهنجي خواهش آهي تہ مان ڪريان ڪي پنهنجي اوستا مان آڻاري ڏيان ۽ اوڇي ۽ اوڇي جهڙو بڻايان. ايشور جا شڪرانا آهن جنهن سڀني ۽ امداد ادن کي پنهنجي شڪتي ۽ تيجہ جي جاڳ ڪرائي آهي. اڄا ڪهڙو ڪي ڪرڻو آهي اڃو تہ ڪو ارادو ڪريون تہ اسين آئين لاءِ زندهہ تہ رهون ۽ لڪي اهي ڪريل اسان واسطي. اڃو تہ خسيس ويرو ودهہ ڏرمي، مذهبي دشمنيون دور ڪري ڇڏيون ۽ اسان مان هر ڪو اهو محسوس ڪري تہ ڪانگريس ڪروڙها ڀوريش جي عوضي آهي ۽ آئين لاءِ ئي آنجي هستي آهي ۽ لڪي طاقت جي لوڀ لاءِ، بلڪ عام انسانيت جي واسطي ڪر ڪندي ئي زبردست طاقتمند بڻجي."

سردار ولڀ ڀائي پٽيل

عارضي سرڪار ۾ شامل ٿيڻ ۽ اٿاهه ڪم کي چڱي طرح منهن ڏيڻ جي خيال کان پنڊت جواهرلال ڪانگريس پريزيڊنٽيءَ جي استيفا ڏني آهي، جا قبول ٿي وئي آهي، مگر ڪيس واپس ڪئي وئي آهي ته نئين پريزيڊنٽ جي چونڊ تائين اهو عهدو سنڀالي. پنڊت جواهرلال هندستان جو ناز آهي ۽ ديس واسي اڄ مٿانس ٻلهار وڃي رهيا آهن.



جو فيصلو ڪيو، بندش ھوندي به ھو اوڏانھن ويو.
کيس گرفتار ڪيو ويو. مھاراجا سان گڏ ۽ اھا
ڇڪتاڻ دور ڪري موٽيو. نازو وري ڪشمير ۾ ڇڪتاڻ
وڌي، ان ڪري وري ھن اوڏانھن وڃڻ گھريو مگر انھن
رياست ۾ گھڙڻ جي بندش وڌي وئي. ھو ڪٿي
نه پھچڻ ڳالھ ڦبري. ١٩ جون تي ڪشمير رياست ۾
گھڙندي گرفتار ڪري نظربند رکيو ويو. ٢٣ تاريخ
کيس ھوائي جھاز رستي ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ
جي ميٽنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ واپس ڪيو ويو. جولاءِ
١٩٤٦ع بمبئي ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ
جي ميٽنگ ۾ پنڊت جواھر لعل پريزيڊنٽيءَ جي چارج
ورتي. تنھن تي ڪانگريس جوڙجڪي اسيمبليءَ خواه
عارضي سرڪار ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو بحال ڪيو. وائسراءِ
پنڊت جواھر لعل کي عارضي سرڪار ٺاھڻ لاءِ سڏايو ۽
٢ سيپٽمبر تي ھن شخص عارضي سرڪار جي واڳ ورتي.
ھو عارضي سرڪار جو وزير اعظم آھي ۽ ڌارين ڏيھن
جو ڪاروبار سنڀاليو ويو آھي. ٧ سيپٽمبر تي ھن جيڪا
آل انڊيا ريڊيو تان تقرير ڪئي ۽ ڌارين پاليسيءَ بابت
جيڪا پڌرائي ڪئي آھي، انھن سڀني مدبرن ۽
ھمت جو ڏاڪو ساريءَ دنيا ۾ وڄائي ڇڏيو آھي.

د ۾ شامل ٿيڻ ۽ اناه ڪم ڪي چڱي
خيال ڪان پنڊت جواهرلعل ڪانگريس
ستيفعا ڏني آهي، جا قبولـي وئي
هتي ڪنٽي ويئي آهـي ا.ـ نئين
نه ٿائين اهو عهدو سنڀالي، پنڊت
جو ااز آهي ۽ ديس واسي اڄ مٿانئس

اُن وقت هن متابلن جي سهانتا لاءِ ڪافي ڪوشش ڪئي. اِن باري ۾ ڪلڪتي ويو. اُتان الله آباد موٽي تي فبروري ۱۹۳۴ ۾ گرفتار ڪري ۾ سال جيل جي سزا ڏني ويس. سندس ڏوجهتي ڪملا جي حالت خراب هئڻ سبب مدي کان اڳ سيپٽمبر ۱۹۳۵ ۾ آزاد ڪيو ويو ۽ سڌو جرمنيءَ روانو ٿي ويو، جتي سندس ڏوجهتي ڪملا علاج لاءِ ويل هئي. ۲۸ فبروري ۱۹۳۶ تي ڪملا گذاري ويئي ۽ موٽي هندستان آيو. ڪيس بيهر لکنو ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ڪيو ويو. ٻئي سال فيض پور ڪانگريس اجلاس جو به کيس پرڌان ڪيو ويو. هن ٻئي سال ملڪ جو دورو ڪري خوب پرچار ڪيو. ۱۹۳۶ ۾ اسيمبلين جي چونڊ وقت ڪانگريس اُميدوارن جي ڪاميابيءَ لاءِ خوب پاٽ پتوڙيائين. جون ۱۹۳۸ ۾ ولايت ويو ۽ هندستان جي باري ۾ خوب پرچار ڪيائين. ۱۷ نومبر موٽي آيو. مارچ ۱۹۳۹ ۾ ترپوري ڪانگريس اجلاس جي ڪاميابيءَ لاءِ چڱي ڪوشش ورتائين. ڪيس نئشنل پلئننگ ڪميٽيءَ جو پرڌان چونڊيو ويو. ساڳئي سال اونهاري ۾ سلون وڃي هندواسين ۽ سلون واسين جي وچ ۾ وڌيل ترشي دور ڪيائين. آگسٽ ۾ چين واسين جي ڪوٺ تي اوڏانهن ويو. جنگ لڳڻ تي وطن ورڻيو ۽ جلد چار سال جيل جي سزا ڏني ويس پر پوءِ ڊسمبر ۱۹۴۱ ۾ آزاد ڪيو ويس. مسٽر ڪرپس کي ناهه جون رٿون ڪٺي آيو، جنهن سان ڳالهائڻ لاءِ

جو سندس لاءِ وڏيءَ عيشي زندگي گذارڻ محال ٿي پيئي ۽ ڪانگريس جي قطع تعلقات جي سڏ تي هڪدم وڪالت ڇڏي ملڪي ميدان ۾ ڪاهي پيو. ١٩١٨ کان ڪيس آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو ميمبر ڪيو ويو. ٦ ڊسمبر ١٩٢١ تي کيس ڇهه مهنا جيل جي سزا ملي، ماڻهن جي اعتراض تي سرڪار ٽن ورن هفتن بعد کيس آزاد ڪيو. ولائتي ڪپڙي جي دڪانن تي پڪيٽنگ سبب کيس مئي ١٩٢٣ ۾ ڏيڍ سال جيل ۽ سؤ روپيه ڏنڊ جي سزا ملي پر ٩ مهنن بعد سرڪار کيس مجبور ٿي آزاد ڪيو. نابا رياست جي راجا ريپدمن سنگهه کي تخت تان لاهڻ ڪري اڪالين ستياگره ڪيو هو. هو اُتي جاچ لاءِ ويو ته اُتس ١٤٤ قلم لڳايو ويو، جنهن جي ڀڃڪڙي ڪري کيس اڍائي سال جيل ڏنو ويو پر پوءِ اها سزا معطل ڪئي ويئي ۽ اها معطل آهي. ١٩٢٣ ۾ الهآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. ١٩٢٣ ۾ ناگپور ۾ جهنڊي جي ستياگره وقت اُتي ويو ۽ ماڻهن ۾ ڪافي اُتساهه پيدا ڪيائين. انهيءَ سال پهرين پهرين ڪوڪنڊا ۾ سوراج شيوڪ دل ناهيو ويو، جنهنجو ناڪ کيس چونڊيو ويو. کيس هن سال ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. ١٩٢٦ ۾ پنهنجي ذوجتني ڪملا جي بيماريءَ سبب سندس علاج لاءِ ساڻس گڏ سئٽزرلئنڊ ويو ۽ اُتان فيبروري ١٩٢٧ ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي عيوضيءَ جي حيثيت ۾ سلطنت شاهي

هوشيار ماسترن ڏواران گهر ۾ ورتي اعليٰ تعليم لاءِ پيءُ
سميت ۱۹۰۴ ۾ ولايت ويو ۽ هئرو سڪول ۾ داخل ٿيو
اتان پڙهائي ختم ڪري ڪيمبرج يونيورسٽي جي ٽرنٽي
ڪاليج مان بي-اي آنرس ۾ پاس ڪيائين. جلد ئي
ڪيس سندس لائقيءَ ڪري ڪيس ايم-اي جي ڊگري
ڏني وئي. اُن بعد ۱۹۱۲ ۾ انر ٽيمپل ۾ داخل ٿي
بار ائٽ لا جي ڊگري حاصل ڪري هندستان آيو ۽
پيءُ سان گڏ وڪالت ڪرڻ لڳو. ۱۹۱۹ ۾ سندس
شادي ڪملا سان ٿي جنهن مان اندرا نالي ڌيءَ اٿس.
پٽ به ڄائو هوس پر اهو جلد ئي گذاري ويس. هو
ڪانگريس ۾ ڀرپور ڀاڱو ۱۹۱۲ ۾ وطن ورڻ تي شامل
ٿيو هو ۽ ٻئي سال گڏيل علائقن جي ڪانگريس ڪميٽي
جو ميمبر ٿيو. پنڊت مالويه جي اپيل تي ڏکڻ آفريڪا
۾ هندواسين جي سهائتا لاءِ ۱۹۱۴ ۾ پنجاهه هزار روپيه
گڏ ڪري موڪليا هئائين. ۱۹۱۸ ۾ هوم رول ليگ ۾
شامل ٿيو. ۱۹۱۹-۱۹۲۰ ۾ اوڌ جي هارين جي حالت
سڌارڻ لاءِ ڪوشش ورتائين، جنهنڪري سرڪار کي
مجبور ٿي ٽيننسي قانون ناهڻو پيو. ۱۹۱۹ ۾ رولٽ
ائڪٽ جهڙي ڪاري قاعدي خلاف ستياگرهه جي
تياري ٿي. هنجو ڌيان هن ڳالهه گهڻو ڇڪايو. ڪانگريس
پاران پنجاب جي ظلمن جي جاچ لاءِ مقرر ڪيل ڪميٽيءَ
سان پيءُ پنڊت موتيلعل سان گڏ هي به ويو ۽ اتي
خوني ڪارنامن سندس دل کي اهڙي قدر نه اڀاريو

ڪلڪتي ڪانگريس موجب سال اندر ٻرطانيا راڄ جي گهر ڪين قبولي هئي، ان ڪري نهرو رپورٽ رد ڪري پورن آزاديءَ جو نهراءُ پاس ڪيو ويو ۽ اهڙن حالتن هيٺ ۽ قبل رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس لي ڪنهن به عيوضي موڪلڻ کان انڪار ڪيو. ڪانگريس جي چيو ويو ته ڪائونسلن کان استيفائون ڏين. آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ کي حق ڏنو ويو ته ستياگره هلچل هلائي. ڪانگريس اجلاس جون تاريخون ٻه ٽيون ۾ دوران ڦرائي فيبروري مارچ ۾ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هندستاني رياستن ۽ اوڀر آفريڪا وغيره جي باري ۾ نهراءُ بحال ڪيا ويا. هن اجلاس ۾ ورڪنگ ڪميٽي جي ميمبرن چونڊڻ بدران اهي نامزد ڪيا ويا. شريمان شرينواس آئينگر، سڀاش بوس ۽ سندس پوٺڀرائي ڪري ويا ۽ ڪانگريس ڊيمو ڪريٽڪ پارٽي قائم ڪيائون.

## پنڊت جواهرلعل نهروءَ جي جيون:-

پارس جون اهي ۽ اعليٰ هستيون جن ڏاهن سڀني جون اکيون اڙيون رهن ٿيون، سي آهن مهاتما گانڌي ۽ پنڊت جواهرلعل نهرو. هڪ دل آهي ته ٻيو دماغ آهي. ٻئي هڪ ٻئي ۾ سمايا پيا آهن. پنڊت جواهرلعل جو جنم ۱۴ نومبر ۱۸۸۹ ۾ ڪشميري برهمڻ پنڊت موتيلعل نهرو ۽ ماتا سروپ راڻيءَ جي گهر ۾ الله آباد ۾ ٿيو هو. شاهاڻو پار ٿي پلجو. شروعاتي تعليم خاص

# چوٽيهاليهون اجلاس

## پرڌان پنڊت جواهر لعل نهرو - لاهور ١٩٢٩ع

” اسان صلح، شانتيءَ لاءِ ترڻون ٿا ۽ سدا
پائيءَ جو هٿ وڌائيندا اسون پر اسان سڀني ڳالهين
جهڙي اسان جي وطن جي غرض رکندا. مگر
هٿ جي پٺيان آهو بدن هوندو، جو ڪڏهن به
بي انصافيءَ اڳيان ڪين نمڙندو ۽ اها دل هوندي
جا ڪڏهن به ضروري ڳالهه تي ڪڏهن به آڻ
ڪين مڃيندي.“

### پنڊت جواهر لعل نهرو

هي اجلاس ڪانگريس جي اتهاس ۾ هڪ اعليٰ
اهميت رکندڙ آهي. هي لاهور ۾ راوي نديءَ جي
ڪناري تي ١٩٢٩ جي پوئين هفتي ۾ پنڊت جواهر لعل
نهروءَ جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو
چيئرمن ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو هو. اجلاس ۾
جتيندر ناٿ داس ۽ ڀڳت سنگهه جي قربانين جي
قدرشناسي ڪئي ويئي. وائسراءِ جي ٽرين تي گوليبازي
تي ڏک ظاهر ڪيو ويو ۽ لارڊ ارون ۽ سندس پارٽيءَ
جي بچي اچڻ تي ڪين واڌايون ڏنيون ويون. سرڪار

هندستان ۾ آن موجب اينڪي راڄ نہ قائم ڪيو ويو تہ ڪانگريس پورن آزاديءَ واسطي اهنسڪ قطع تعلقات جي هلچل هلائيندي. آزاديءَ جي هلچل جي پرچار لاءِ پروگرام پڻ ٺاهيو ويو.

[پنڊت موتيلال نهروءَ جي جيوت جو ورلالت ۴۳ اجلاس جي بيان ۾ ڏنو ويو آهي.]



ويٺي. سائمن ڪميشن جي بهشڪار جو فيصلو ڪيو ويو. ورڪنگ ڪميٽيءَ لي ڇڏيو ويو ته جدا جدا سنستائن جي ميلاپ سان هڪ جوڙجڪ جي رٿ تيار ڪري. ڪانگريس جو مٿو "پورن قومي آزادي" ٺهرايو ويو. شود شرڌانند جي اني ٺيهي اٿي ٺهراءَ جي پٺڀرائي ڪئي. وڌيڪ ٺهراءَ چين، برطانيه جي سامان جي بهشڪار، هندو مسلم ايڪتا، آفريڪا ۾ هندستانين سان ظلمن وغيره جي باري ۾ پاس ڪيا ويا. هن سال شعيب قريشي، پنڊت جواهر لعل ۽ شري سڀاش چندر بوس سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

ڊاڪٽر مختيار احمد انصاريءَ جي جيوت:-

هن جو جنم يوسف پور ۾ ١٨٨٠ ۾ ٿيو هو. ايف-اي تائين الله آباد ۾ تعليم ورتائين بعد حيدرآباد دکن جي نظام ڪاليج ۾ پڙهندو رهيو ۽ مدراس يونيورسٽيءَ جي بي-اي پاس ڪري نظام سرڪار جي اسڪالرشپ سان ڊاڪٽريءَ جي اعليٰ تعليم ورتا لاءِ ولايت ويو. ١٩٠١ع ۾ ايڊنبرگ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ ڊاڪٽر آف ميڊيسن ۽ ماسٽر آف سرجري ڊاڪٽريءَ جون ڊگريون حاصل ڪري لنڊن جي ڪيترين اسپتالن ۾ ڪيترا سال ڪم ڪري عملي سکيا حاصل ڪري ١٩١١ ۾ وطن وريو. سندس نالو ڏايو وڏو ويو هو. هندستان جي مکيه ڊاڪٽرن ۾ ڳڻيو ويو. ڪانگريس ۾ پهرين پهرين ١٨٩٩ ۾ شامل ٿيو. ١٩١٢ ۽ ١٩١٣ ۾ ترڪيءَ ۾

# ٻائيتاليهون اجلاس

## پرڌان - ڊاڪٽر انصاري - مدراس ١٩٢٧

"ڀارت جي حق ۾ ٿي هو، دنيا جي بدنصيبيءَ جو علاج آهي، ڇاڪاڻ تہ سلطنتشاهيءَ جي ڪمان جي ڪنجي هيءَ ئي آهي. جيڪر هندستان آزاد ٿيو تہ اِها اقاوت پاڻمرادو ختم ٿي ويندي. ايشيا جي آزاديءَ ۽ دنيا جي صلح شانتيءَ واسطي ٻري خطري، آزاد ۽ خود حڪومت ڪندڙ ڀارت ئي آهي."

### ڊاڪٽر انصاري

هيءُ اجلاس مدراس ۾ ڊاڪٽر مختيار احمد انصاريءَ جي صدارت هيٺ ١٩٢٧ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين شري سي. ايس. متو رنگا مداليار هو. ٢٦٥٤ ڊيليگيٽ حاضر هئا. اجلاس ۾ جنگ جي انديشي لاءِ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. عام کي چتاءُ ڪيو ويو تہ ڪنهن بہ سلطنتي جنگ ۾ ڪنهن بہ ريت سرڪار کي مدد نہ ڪرڻ گهرجي. جنرل آواري هٿيارن جي قاعدي خلاف ستياگره ڪندڙ کي سندس ٻڪ هرلال لاءِ مبارڪبادي ڏني ويئي. برما کي هندستان کان جدا ڪرڻ جي رٿ کي ننديو ويو. شاهي قيدين جي آزاديءَ جي گهر ڪئي

۽ ۱۹۳۸ سوڌو وري ڪانگريس ۾ شامل ڪونه ٿيو. ۱۹۳۸ ۾ شري سڀاش جي چوڻ وقت وري ڪانگريس ۾ شامل ٿيو ۽ سال ٽائين خوب ڪم ڪيائين، پوءِ فارورڊ بلاڪ ۾ سڀاش بابوءَ جي هلچل جي پٺڀرائي ڪيائين. مئي ۱۹۴۱ ۾ گذاري ويو. سنڌ ليڪ ۾ اعليٰ دماغ اڳوان هو.

۽ پوءِ هميشھ شامل ٿيندو رهيو. ۱۹۱۴ ۾ مدراس
ڪانگريس اعلاس جي آجيان ڪميٽيءَ جو هڪ
سيڪريٽري هو. ٽامل پرانتڪ ڪانگريس ڪميٽيءَ جو
پرڌان هو. ديش ڀڳتو داس وانگر هن به مدراس
ڪارپوريشن تي قبضو ڪيو. ۱۹۲۶ ۾ مدراس شهر طرفان
سينٽرل اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ساڳئي سال
گوهاٽيءَ ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. هندو
مسلم ايڪتا لاءِ زبردست ڪوشش ورتائين. کڏي پوڙو
لاءِ هن هڪ عملي رٿ جوڙي، جا عام ۾ پسند پيئي.
سينٽرل اسيمبليءَ ۾ مخالفتي ڌر جو ڊپوٽي ليڊر مقرر
ڪيو ويو. ۱۹۲۷ ۾ ڪانگريس اجلاس مدراس ۾ ڪرڻ
واسطي ڪوشش ڪيائين ۽ انهي ڪاميابي جو جس کيس ئي
حاصل ٿيو. ڪيترا سال ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ
جو ميمبر ٿي رهيو. سائمن ڪميشن جي بهشڪار لاءِ
خاص ڪوشش ورتائين. پوءِ بيماريءَ سبب ولايت ويو
۽ جدا جدا ملڪن جو سير ڪيائين. سندس چڱي مرحبا
ٿي. هندستان ۾ اچي انڊيا ليگ برپا ڪيائين ۽ ليهرو
رپورٽ خلاف آزاديءَ جي سوال تي آواز اٿاريائين.
پهنجو مقصد پورن آزادي ٿي ظاهر ڪيائين. ۱۹۳۰ ۾
ستياگره شروع ٿيڻ تي ملڪي ميدان مان لڪري واو

ڏني ڦٽيون ڪيون وڃن ٻه ملڪ جي ڀاڱي جي سوال
جي ڀڃيراڻي ڪرڻ ۽ ان لاءِ رٿون ڏيڻ لاءِ اجازت ڏني
ويئي. ديش کان ٻاهر ڪم ڪرڻ، هندو مسلم ايڪتا
گردوارا قبيلن ۽ ڪرينسيءَ جي باري ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا.
هن سال لاءِ ڊاڪٽر ايم - اي - انصاري، شري - اي، رنگا
سوامي آئينگر، پنڊت سنتانم ۽ شري وي - جي - پٽيل
سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

## شري شرينواس آئينگر جي حياتي:-

هن جو جنم ١١ سيپٽمبر ١٨٧۴ع ۾ مدورا جي رامالند
ڳوٺ ۾ ٿيو هو. ١٨٩٥ ۾ بي. اي ۽ ٻن سالن بعد وڪالت
پاس ڪري ١٨٩٨ ۾ هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو.
مدراس ۾ جلد ئي پهريون وڪيل ويو. هو هندو قاعدي
۽ جوڙجڪي قاعدي جي باري ۾ اٿارٽي ليکيو ويندو
هو. ١٩١٢ کان ١٩١٦ تائين مدراس سينيٽ جو
ميمبر ٿي رهيو. ١٩١٦ کان ١٩٢٠ تائين مدراس سوشل
رفارم اسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. ١٩١٦ ۾
ائڊووڪيٽ جنرل مقرر ڪيو ويو پر ١٩٢٠ ۾ پنجاب
جي ظلمن ڪري ان عهدي جي استيفا ڏنائين ۽ عام
ڪمن ۾ ڪاهي پيو. سي - آءِ - اي خطاب جو اهو ليائين.
١٩٢١ ۾ مدراس يونيورسٽيءَ پاران ڪائونسل
جو ميمبر چونڊيو ويو، پر هن جلد ئي اچي ان استيفا
ڏني. ڪانگريس ۾ پهريان پهريان ١٨٩٩ ۾ شامل ٿيو ۽

# ايڪيتاليهون اجلاس

## پرڌان - شري شرينواس آئينگر - گوهاٽي ١٩٢٦

”هن وقت جي ڪوڙ فيلسوفي نه، پر ڪرم آهي، نه فقط شخصي آزادي پر قوم جي آزادي، ايڪتا نه فقط آدرش ۽ آدرش ۾ ٻڌ وسڻ ۽ ڪم ۾، سڀ ڪان مٿي بحثي ڳالهين ۽ رڳن ٻڌران مدي ڪان آخر سوڌو جوڙجڪ ۽ انتظام ڪرڻ جبل آهي.“

## شرينواس آئينگر

هي اجلاس گوهاٽيءَ ۾ شريمان شرينواس آئينگر جي صدارت هيٺ ١٩٢٦ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين شريمان ٽي. آر. ڦوڪن هو. ٽي هزار ڊيليگيٽ حاضر هئا. اجلاس ۾ سوامي شردانند جي شهيديءَ تي مهاتما گانڌيءَ ۽ مولانا محمد عليءَ سندس ڳڻن جو وستار ڪيو ۽ شوڪ ظاهر ڪيو ويو. ڪيترا ۾ هندستاني سنڌ ڪندڙن سان بي انصافيءَ ڪي ٿيندي وئي. فيصلو ڪيو ويو ته هندستاني قومي ڪارن تي سرڪار ڏبان ڏ ڏني، ليجسليٽو ڪائونسلن ۾ وزيرن ۽ عهدا نه قبول ڪيا وڃن ۽ سرڪار جون ڪميٽيون وغيره جون رٿون.

چار سال تعليم ورتائين. ڪاليج ۾ تعليم وٺندي هن "ليڊي آف دي ليڪ" ليرهن سون سٽن جو هڪ اعليٰ شعر لکيو ۽ ٻن هزار سٽن جو هڪ انگريزي ناٽڪ لکيو، جنهنڪري هنجي قابليت جي ساراهه ڏاڍي وڌي. ولايت ۾ ٻه انگريزي ڪتاب "دي گولڊن ٿريشهولڊ" ۽ "دي برڊ آف ٽائيم" لکي پڌرا ڪرايائين جي ڪيترن ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن، جنهنڪري سندس نالو اعليٰ شاعرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. ١٨٩٨ع ۾ هندستان ۾ واپس ورڻ تي سندس شادي پرانتڪ ۽ جاتيءَ جا بندن ٽوڙي هڪ مدراسي غير برهمڻ ڊاڪٽر گووند راجاو نئڊوءَ سان ڪئي وئي، جنهنڪري سندس گرهستي جيون بلڪل آرام ۽ گڏرندو رهيو آهي. کيس ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون آهن، جن کي ساڳيءَ ريت پاليو نپايو ويو آهي. ١٩١٤ ۾ کيس رايل سوسائٽي آف لٽريچر جو ڀيلو مقرر ڪيو ويو. ١٩١٥ کان وٺي هوءَ ملڪي ميدان ۾ کهڙي. ١٩١٦ ۾ لکنو ڪانگريس اجلاس ۾ هن خود حڪومت جي تائيد ۾ ڳالهايو. ان بعد ڀارت جي دوري لي اٿي. ڪيترن شهرن ۾ جدا جدا وشين تي ليڪچر ڪيائين. ١٩١٧ ۾ ڪلڪتي ڪانگريس ۾ شامل ٿي. ١٩١٨ ۾ ڀاڳلپور ۾ بهار وديارٿي سميلن، مدراس ۾ پرانتڪ راجڪيتي ڪانفرنس ۽ دهليءَ ۾ آل انڊيا وومينس ڪانفرنس جي صدارت ڪيائين. ١٩١٩ ۾ جنيوا ۾ انتر راشٽريه استري مت اڌڪار ڪانفرنس



شریمتی سروجنی نیدو

[ سال ۱۹۲۵ ]

آرڊيننس کي لاڳو ڪيو ويو. ستياگرهه ۾ وري وشواس ظاهر ڪيو ويو. وچوروار پروگرام لاڳو ڪيو ويو. ملڪ اندر مائٽن کي پوري شڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ سڪيا ڏيڻ ۽ ودیش ۾ هندستان جي باري ۾ سچين خبرن پهچائڻ جي ضرورت ڏيکاري ويئي. سوراج پارٽيءَ جي ڪون جي پنيرائي ڪئي ويئي ۽ کين چيو ويو ته جيڪڏهن سندن گهرون نه قبول ڪيون وڃن ته اهي ڪائونسلن مان واڪ آئوٽ ڪري اچن. ”هندستاني“ ڪانگريس جي ٻولي قبول ڪئي ويئي. ٺهراءُ ويو ته آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ڏاڍن ڏسن لاءِ ڪانوڪوليو وڃي. هن سال ڊاڪٽر ايم. اي انصاري، شري اي - رنگا سوامي آئينگر ۽ پنڊت سنتانم سيڪريٽري ڪيا ويا.

## شريمتي سروجني نائيڊو جي حياتي:-

هيءَ ديوي ”هند جي بلبل“ جي نالي سان سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. جنهن حيدرآباد دکن ۾ بنگالي برهمڻ ڊاڪٽر اگهورناٿ چٽوپاڌيايه ۽ شريمتي جي گهر مانا وردا سندريءَ جي گرڀ مان جنم ورتو هو. سروجني ديويءَ کي اعليٰ رتبي تعليم ملي، جو اٺا ٻارهن سالن جي عمر ۾ مئٽرڪ امتحان پاس ڪيائين. سورهن سالن جي عمر ۾ ۱۸۹۵ع ۾ نظام سرڪار جي اسڪالرشپ سان اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ولايت روانا ٿي، جتي ڪئمبرج ۽ ڪنگس ڪاليج ۾

# چاليهون اجلاس

پرڌان - شريمتي سروجني نائيڊو - ڪانپور ١٩٢٥

" آءٌ اوهان جي ڌيان اندر ڪيترن ڏڪلو مچائيندي پس ۽ ڪيترن اڻا اڻ اُجهامندڙ اگني ٻاريندي پس، جو اُن اڻ اُجهامندڙ آگ ۾ اوهان جي غلامي، اوهان جو نفاق ۽ اُهي ڳالهيون جيڪي اوهان کي ٻڪيون، لنڪو، ننڍڙو، مظلوم ۽ دلشڪسته رکن ٿيون، سي سڀ جلي وڃن ؟"

سروجني ديوي

هي اجلاس ١٩٢٥ ۾ ڪانپور ۾ شريمتي سروجني ديوي نائيڊو جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو هو. آجيان سمتي جو پرڌان ڊاڪٽر مرلي لعل هو. ٢٦٨٨ ڊيليگيٽ حاضر هئا. اجلاس ۾ شري سريندرناٿ بئنرجي، ديش بنڌو چترنجن داس ۽ ٻين جي مرتيو تي شوڪ ظاهر ڪيو ويو. سائوٿ آفريڪا جي سفارت کي آجيان ڏني وئي. ظاهر ڪيو ويو ته هندن جي محدود ڪرڻ ۽ پرديسين جي داخلا جو بل آفريڪا ۾ ١٩١٤ع جي گانڌي - سمٽس ناهه جي خلاف آهي ۽ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس کي امانت ڪرڻ لاءِ صلاح ڏني وئي. بنگال

جيون سالن شريمتي ڪستوربا آغاخان محلات اندر گذاري ويئي. بيماريءَ ڪارڻ ٦ مئي ١٩٤٤ تي کيس آزاد ڪيو ويو. مهاتما سرڪار سان ٺاهه ڪرڻ چاهيو، مسٽر جناح سان ڳالهه ٻولهه لاءِ ممبئي ۾ وڃي گڏيو. هند وائسراءِ پنهنجي ١٤ جون ١٩٤٥ واري پڌرائيءَ ۾ ٢٥ جون شملا ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ کيس ڪوٺ ڏني. مهاتما گانڌي ڪانگريس جي عيوضيءَ طور اُن ۾ شامل نه ٿيو پر صلاحڪار طور شملي ويو. ڪانفرنس ڪامياب ڪين ٿي. اُن بعد جوڙجڪ ڪم تي خاص زور رکندو رهيو ۽ اُن لاءِ ملڪ جو گشت ڪيائين. سندس دلي اڇا پئي رهي آهي ته ملڪ جو گهوٽالو دور ٿئي ۽ نه ته پئي ضروري مسئلا حل ٿين. هن سال وزارتي مشن سان هندستان جي آزاديءَ جي سوال تي ڳالهين ۾ خوب حصو ورتائين. ١٩١٩ کان "ينگ انڊيا" انگريزي هفتيوار اخبار ۽ "نوجيون" هندي ۽ گجراتيءَ ۾ ڪڍندو رهيو. ١٩٣٠ ۾ هريجن هلچل کي زور وٺائڻ لاءِ "هريجن" انگريزي، هندي ۽ اردوءَ ۾ ڪڍندو رهيو آهي. پنهنجي آتم ڪٿا ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب پڻ لکيا اٿس. اهنسا ۽ ستيه جو پوڄاري آهي ۽ دنيا کي اهو پيغام ڏيئي رهيو آهي. ٧٨ ورهين جي ڄمار ۾ به جوان ڪان جوان آهي. سندس دلي اڇا آهي ته سوا سؤ سال زنده رهي هندستان کي آزاد ڏسان ۽ دنيا کي پنهنجو ڏنوي پيغام پهچائيندو رهان.



۽ هولڊي ۽ پاڻ ڪانگريس جو هرتا ڪرتا ۽ رهبر
سڪالي آهي. ١٩٣٧ ۾ بنيادي تعليم جي واسطي ڪوشش
ڪيائين ۽ ڪانگريس وزارتن جي وقت ۾ جٿي ڪٿي
اُن جو پرچار ٿيو. ١٩٣٩ ۾ راجڪوٽ جي معاملي ۾ همٿ
وجهي اُتي جي سوال کي حل ڪيائين. اُن وقت
ڪانگريس ۾ گرم نرم وغيره خيالن جي ايتري نه ڇڪتاڻ
هلي رهي هئي، جو ملڪ ۾ گهرو لڙائيءَ جو انديشو هو،
اُن وقت ملڪ سندس اڳوانيءَ ۾ وشواس ظاهر ڪيو.
١٩٣٩ ۾ ساڳئي سال مها ڀاري لڙائي يورپ ۾ منهن
ڪڍيو. هن وائسراءِ سان ملاقات ڪري هندستان جو
سوال شانتيءَ جي رستي حل ڪرڻ گهريو، پر سرڪار
پنهنجي ضد تي قائم رهي. ڪانگريس سيپٽمبر ١٩٤٠
۾ کيس ڊڪٽيٽر بڻائي پنهنجي اڳوانيءَ جي واڳ
سندس هٿ ۾ سونپي. هن ڳالهائڻ جي آزاديءَ
جي گهر ڪئي پر گهر قبول نه ڪئي وئي.
جنهنڪري ١ آڪٽوبر ١٩٤٠ کان شخصي ستياگره
جي هلچل هلي، جا پوءِ مهمل ڪئي وئي.
١٩٤٢ ۾ ”ڪئٽ انڊيا“ هلچل هلايائين. ٨ آگسٽ ١٩٤٢ تي
بمبئيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جي ميڙ ۾ مشهور
”ڪئٽ انڊيا“ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ۽ وري به ملڪي
هلچل جي واڳ کيس سونپي وئي، پر سرڪار اڪدم ۹ آگسٽ
پرڀات جو ٻين اڳوانن سميت کيس گرفتار ڪري مشهور
آغا خان محلات ۾ نظربند رکيو. فيبروري ١٩٤٣ تي ٢١
ڏينهن ورت رکيائين. ٢٢ فيبروري ١٩٤٤ تي سندس

هلائڻ گهري. سرڪار اڳ ئي دباءَ جي تياري ڪري چڪي هئي. ١٩٣٢ جي شروعات ۾ اڳواڻ ۽ سڀ قومي ڪم ڪندڙ هڪدم جيلن ۾ بند ڪيا ويا. مهاتما کي به هڪدم جيل ۾ ئوليسيو ويو. آرڊيننس جو راڄ قائم ڪيو ويو. هوڏانهن برٽش سرڪار جيڪو ڪميونل اوارڊ ڪيو هو، تنهن تي مهاتما اعتراض وٺي مرڻ تائين اُپواس رکيو. انڪري سرڪار کي مڙئو پيو. ١٩٣٣ ۾ کيس آزاد ڪيو ويو. مهاتما سڄو سال فقط هريجن هلچل هلائڻ جو فيصلو ڪيو. سڄي هندستان ۾ هن ٻاوي ۾ دؤرو ڪيائين ۽ ٩ لک روپيه ڪٺا ڪياءِ. اُلس ڪٽر سناتنين ڪن هنڌ خوني حملا ڪيا ۾ اپشور جي دپا سان بچي ويو. ”هريجن سيوا سنگهه“ جاري ڪيائين، جو اڄا سوڌو هريجن واسطي سنڌو ڪاريہ ڪري رهيو آهي. ستياگره هلچل مهمل ڪئي وئي. ١٩٣٤ جي ٧ آگسٽ تي ڇهون پيرو هڪ سنالني پئداس جي زخمي ٿيڻ ڪري روت رکيائين. آڪٽوبر ۾ بمبئيءَ ۾ ڪانگريس اجلاس ٿيو، جنهن وقت هن ڪانگريس کان الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو تنهن وقت کان ”هريجن سيوا سنگهه“ ۽ ”چرخاسنگهه“ دوارا هريجنن ۽ ڳوٺاڻن هنرن وسيلي ملڪ ۾ جوڙجڪي ڪم کي زور وٺائڻ جو لاڙو هلائي رهيو آهي. باڻ حيثوطيڪ لڏ هن کان ڪانگريس جو ٤ آني جو رواجي ميمبر نه ڪوٺ آهي، نه ڪرڻ وڏو ڪم سنڌس صلاح بنا ڪوٺ ڪيو ويندو آهي. ميمبر

کـي چناءِ ڏيڻ بعد لاهـور ڪانگريس ۾ ۳۱ ڊسمبر
۱۹۲۹ رات جو ۱۲ بجي سندس پورن آزاديءَ جو نهراءُ
پاس ڪيو ويو؛ ۲٦ جنوري ۱۹۳۰ تي آزاديءَ جي اعلان
جـي ڏينهن ملهائڻ بعد ستياگره هلچل جـي پڙدائي
ڪئي وئي. خوب پرچار هليو. ديش انـدر زبردست
اٿل پٿل پيدا ٿـي. ۱۲ مارچ ۱۹۳۰ ۾ مهاتما گانڌي
پنهنجن مکيه آشرم واسين سميت ڏانڊيءَ جـي لوڻ
ڊيپوءَ لـي لوڻ جـي قاعدي ٽوڙڻ واسطي چڙهائي
ڪئي؛ ٥ مئي تي جيل اماڻيو ويـو. زبردست هلچل
سبب سرڪار کـي جهڪڻو پيو؛ وائسراءِ ارون مهاتما
گانڌيءَ سان ٥ مئي مارچ ۱۹۳۱ تي ٺاهه ڪيو؛ سب
راجنيتي قيدي آزاد ڪيا ويا. ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس
اجلاس ٿيو، جنهن ۾ ڪانگريس ٻي گولميز ڪانفرنس
لاءِ مهاتما کي پنهنجو اڪيلو عيوضي مقرر ڪيو. مهاتما
ولايت ويو، ملڪ جون گهرون پوريءَ طرح ڪانفرنس ۾
پيش ڪيائين پر ڪو ڪڙ نيل ڪين نڪتو، مگر ڪانگريس
جو پيغام ولايت ۾ گهڻن جي ڪنن تائين پهتو. مهاتما
جي ولايت ۾ زبردست آجيان ٿي. خود اصل دستور
پنجن بادشاه هن اڌ اگهاڙي پارٽي فقير سان پنهنجي
محلات ۾ ملاقات ڪئي. هندستان ۾ موٽڻ لـي ڏناءِ
ڪجهه صلح جا شرط ٽوڙيا ويا آهن؛ ڊباءُ جـي
ر گرم آهي، انڪري وائسراءِ کي ملاقات لاءِ لکياءِ
انڪاري ڪئي وئي. انتي ڪانگريس هلچل

هُي سوال گڏي ماڪ اندر سرڪار سان قطع تعلقات
ڪرڻ جـي هلچل هلائي. ۱۹۲۰ ۾ ڪلڪتي جـي
خاص ڪانگريس اجلاس ۾ لالا لجپتراءِ جـي صدارت
هيٺ اهو ٺهراءُ پاس ڪيو ويـو ۽ ساڳئي سال ناگپور
جي اجلاس ۾ اُن جـو اعلان ڪيو ويـو ۽ اُن سان گڏ
ٻائيڪاٽ آف ڪائونسلز (شهزادي) جي هندستان ۾ اچڻ
لي آجيان ٻهشڪار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. هن هلچل
سخت زور ورتو ۽ شهزادي جي آجيان جو ٻهشڪار ٿيو.
هن وقت ڪان ئي مهاتما گانڌي ڪانگريس جـو مکيه
اڳوان ڪري سمجهيو ويو. شهزادي جـي هندستان ۾
اچڻ لي اهڙيءَ ۾ فسادن ليڪ ڪري ئي ڏينهن ورت
رکيائين. ۱۹۲۰ ۾ قانون ٽوڙ هلچل جو سٽاءُ سٽيو ويو.
پهدست مالوي ۽ ٻين معرفت سرڪاري ناهه جي ڪوشش
ڪئي وئي پر مهاتما نه مڃيو. مگر چوري چورا جي حادثي
ڪري هلچل بند ڪيائين. مارچ ۱۹۲۲ ۾ ڪيس گرفتار
ڪري ڇهه سال جيل جـي سزا ڏني وئي. بيماريءَ
سبب ۴ فيبروري ۱۹۰۴ تي آزاد ڪيو ويس ۽ آپريشن
ڪيو ويس. ڪوهاٽ ۾ هندو مسلمانن جي فسادن ڪري
ايڪتا واسطي ۲۱ ڏينهن ورت رکيائين. بيلگام ۾
ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ڪيو ويو. اُن بعد گهڻو وقت
سوڙهڪي پروگرام جو خاص پرچار ڪندو رهيو. ۱۹۲۶
۾ سابرمتي آشرم ۾ ڪجهه اخلاقي خرابين ليڪ ڪري
ٽيون پيرو هفتو ورت رکيائين. هڪ سال جي سرڪار

مهاتما کي ٻاڻ سان گڏ رکڻ تي گهريو ۽ اڪري ١٩١٦ جي لکنو ڪانگريس ۾ انهن سڀني کي شامل ٿيڻ وقت اوکمانيءَ جي مدد سان ئي کيس ڪانگريس ۾ ڪميو ويو ۽ اوکمانيءَ سندس مدد ڪندو رهيو. ساڳئي سال اوکمانيءَ ملڪ سرڪار کي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ شرطي مدد جي آڇ ڪئي ته هندستان کي جنگ بعد بيٺڪي راڄ ڏيڻ جو انجام ڪيو وڃي. انهيءَ آڇ لاءِ مهاتما کي رنج ٿيو ۾ ٻاڻ خود بنا شرط ساڳي خواهش ڏيکاري ۽ انهيءَ اُميد وچان خوب مدد ڪيائين. ١٩١٧ع ۾ مزورن جي اهنجن خلاف آواز اُٿاريائين. ڪيترا ستياگره ۽ چمپارن هلچل هلايائين. ١٩١٨ ۾ احمد آباد جي مل جي مزدورن جي هڙتال ۾ اهرو ورتائين ١٩١٨ ۾ مهاڀاري لڙائي ختم ٿي ۽ هن ڏٺو ته هندستان کي مدد عيوض بيٺڪي راڄ جي بدلي رولٽ ائڪٽ جهڙا ظلمي قاعدا ملڻ پيا آهن، تنهن سندس دل کي صدمو رسايو ۽ ١٩١٩ ۾ ستياگره هلچل شروع ڪرڻ جي پڌرائي ڪيائين. کيس دهليءَ ڏانهن ويندي واراڪاسيءَ ۾ گرفتار ڪري واپس بمبئيءَ موڪليو ويو. رولٽ ائڪٽ خلاف ملڪ اندر باهه مچي ويئي. هرهنڌ اعتراض جون ميٽنگون ٿيڻ لڳيون. پنجاب ۾ ڏاڍا ظلم ٿيا. امرتسر جي جليانوالا باغ ۾ ١٣ اپريل تي ويساکيءَ ڏينهن بي گناهه هندواسين جو نا پوري چتاءَ ڏيڻ لاءِ عام ڪوس ڪيو ويو. ملڪ اندر ماتم مچي ويو. ٻئي طرف مسلمانن ۾ خلافت جي سوال ڪري لاغ پيدا ٿيو. مهاتما

ٺولي حملو ڪيو مگر مالڪ ڪيس بچائي ورتو. هن پيري
۾ هن ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسين جي حقن لاءِ
ڪافي پاڻ پتوڙيو. ١٨٩٩ ۾ هن انهي ٻوئر يڌ ۽ زلو
بلوي وقت سرڪار جي چڱي سهائتا ڪئي. ١٩٠١ ۾
تندرستي خراب هئڻ ڪري هندستان آيو، پر جلد ئي
ڪيس وري ٻاهران وڃڻو پيو. ١٩٠٢ ۾ هن انهي "انڊين
اوپينين" نالي اخبار جاري ڪئي. قاعدي ٽوڙڻ سبب
ڪيس ٻه ڀيرا جيل موڪليو ويو. ١٩٠٩ ۾ هن انگلنڊ
وڃي هندواسين جي حالت انهي جي رهواسين اڳيان
رکي. ١٩١١ ۾ شري يت گوکلي ۾ ڏکڻ آفريڪا ويو.
مهاتما کي چڱي سڦلتا حاصل ٿي. ١٩١٤ ۾ مهاتما انگلنڊ
مان ٿيندو وطن وريو. ١٩١٥ ۾ احمدآباد ۾ ستياگره
آشرم جو بنياد وڌائين. هندستان ۾ هر هنڌ سندس
ڪافي آجپيان ٿي. هڪ سال شري يت گوکلي
جي صلاح موجب هندستان جي حالتن
جي اڀياس ڪرڻ بعد ملڪي هلچل ۾ ڀرو وٺڻ لڳو.
١٩١٥ ۾ بمبئي جي ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيو.
جنهي اجلاس جي پرڌان سر ستيندرو پرسن سنها ڪمس
وشيه ڪميٽي لي ٿاقيو هو. ان بعد هو ڪانگريس
اجلاسن ۾ شامل ٿيندو رهيو. ان جي لوڪمانيه تلڪ
سان پهرين ملاقات ١٨٩٦ ۾ ٿي هئي. لوڪمانيه تلڪ
گرم خيالن جو نيشنلسٽ ڌر جو هو ۽ مهاتما شري يت
گوکلي جو پوئلڳ هو ۽ نرم سمجهيو ويندو هو. لوڪمانيه

وڃي هئي. هن هندستان ۾ پهچي ٻهران امبئيءَ جي هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪئي، ۽ لڳاري سياءَ ڪري ٥-٦ مهنن ۾ هن ڪاميابي حاصل ٿيندي ڪاڻ ڏٺي، سو راجڪوٽ ۾ وڃي رهيو ۽ ياءَ جي اُر هيٺ ڪيس ڪم ملڻ لڳو. آخر ١٨٩٣ ۾ پوربندر جي هڪ فرم ڪيس پنهنجي معاملي جي باري ۾ ڏکڻ آفريڪا موڪليو. اُتي وڃڻ تي هندستاني هئڻ سبب اُنس ڪيترا ظلم ٿيا. ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسين سان اُتي لت لوان ظلم ٿي رهيا هئا ۽ مندن حقن سان والد ٿي رهي هئي. هن اُنهن ظلمن ۽ ناحقن جي خلاف جهنڊو بلند ڪيو. ١٨٩٤ ۾ هن اُتي ”نيٽال انڊين انشنل ڪانگريس“ جو پايو وڌو. اُتي زبردست هلچل هلايائين، جنهن کي ڏکڻ آفريڪا جو ستياگره ڪوٺيو تو وڃي. اُن هلچل جو ڪارڻ اهو هو جو هندستانين تي ٢٧ پائونڊن جي ساليانو ٽيل وڌي وئي هئي، جا هند سرڪار گهٽائي ٣ پائونڊ ڪئي هئي. هندستانين جون شاديون ناجائز قرار ڪيون ويون هيون وغيره. هيءَ هلچل ڏيش ٻنڌو اينڊروز ۽ شري گوکلي جي مدد سان ڪامياب ٿي ۽ هندستانين تان اُها ناجائز ٽيل لاٿي وئي ۽ شاديون به جائز مڃيون ويون. جن ستياگرهين کي اُن هلچل ڪري گرفتار ڪيو ويو هو، تن کي به آزاد ڪيو ويو. ١٨٩٥ ۾ ملڪ وريو، پر اُهي سال ٿي وري ڏرٻن ويو جتي ٻندر تي لهندي ئي گورن اُنس

هندستانين سان همدردي ظاهر ڪئي وئي، ۽ نظام جي راڄ ۾ گلبرگہ جي ستايلن سان همدردي ڏيکاري وئي. هندستان کان ٻاهر رهندڙن ديش واسين جي ٻاري ۾ ۽ اُن واسطي شريمتي سروجني ديوي، شري ويڙ ۽ شري ﭬنارسيداس چترويديءَ جي خدمتن جي قدرشناسيءَ جا ٺهراءُ ﺩ پاس ٿيا. هن سال لاءِ مسٽر شعيب قريشي بي. ايڇ. سروج ۽ پنڊت جواهرلعل نهرو سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

## مهاتما گانڌيءَ جي حياتي:-

ڀارت جي هن محبوب اڳواڻ جي جيون کان ڪهڙو هندواسي واقف نه هوندو. هنجو پورو نالو آهي موهنداس. سندس جنم پوربندر ۾ ۲ آڪٽوبر ۱۸٦۹ ۾ ديوان ڪرمچند گانڌيءَ جي گهر ۾ ٿيو هو. ننڍپڻ ۾ سندس شادي ٿي هئي. پنهنجي پتا جي گذر ڪري وڃڻ بعد ۱۸۸۵ ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين، اُن وقت کيس هڪ پٽ ڄائو هو. سال بعد تعليم وٺڻ لاءِ ولايت ويو. سندس ماتا جا ڌرمالما هئي، تنهن وڃڻ کان اڳ کانئس شراب، ماس ۽ پرائي استريءَ کان پري رهڻ جا پرڻ ڪرائي پوءِ لاچار ولايت وڃڻ جي کيس اجازت ڏني. ولايت ۾ وڃي عام طرح هندستاني جوان جن خرابين ۾ ڦاسندا آهن، تن کان هو بچيو ۽ بئريسٽري پاس ڪري هندستان موٽيو. پرپٺ سندس پياري ماتا پڻ گذاري

# اڻيتاليهون اجلاس

## پرڌان - مهاتما گانڌي - بيلگام ۱۹۲۴ع

”اهو منهنجو پڪو ويچار آهي ته اهنسڪ
اسهڪار ماڻهن کي پنهنجي شڪتيءَ جي ڄاڻ
ڪرائي آهي. سختيون سهڻ رستي ماڻهن ۾
مقابلي ڪرڻ جي طاقت جو ظهور ٿيو آهي ۽ انهي
رستي عام ماڻهن ۾ اها جاڳرتا پيدا ٿي آهي، جا
جيڪر ٻئي ڪنهن به رستي مشڪل اچي ها.“

مهاتما گانڌي

هيءَ اجلاس ۱۹۲۴ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي پرڌانپڻي هيٺ بيلگام ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري گنگاڌر راءِ ديش پانڊي هو. ۱۸۴۴ ڊيليگيٽ حاضر هئا. هن اجلاس ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو پاس ڪيل گانڌي - داس - نهرو ناهه، قبول ڪيو ويو. ڪانگريس وارن جو سرشتو ۽ ستاريو ويو. اڇوتپڻي جي خلاف ۽ ونڪم ستياگره جي باري ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. آجوري سان قومي شيوا ۾ باڪل عزت وڪي ٺهرائي وئي. اڪالي هلچل، شراب ۽ آفيم سبت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. ڪوهاٽ جي ستاپل

ٻه سال جيل ڏنو ويو. ۱۹۲۳ ۾ آزاد ليڊ لي ڪوڪندا
۾ ڪانگريس جي خاص اجلاس جو پريزيڊنٽ ٿيو.
۱۹۲۷ ۾ نهرو رپورٽ موجب مسلمانن جي حقن جي
آزاديءَ جي سوالن لي متحيد ليڊ ڪري ڪانگريس
کان الڳ ٿي ويو. ۱۹۳۰ ۾ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾
شامل ٿيو، آلي انگلنڊ ۾ ئي جنوري ۱۹۳۱ ۾ گذاري ويو.



# اُڻٽاليهون اجلاس

## پرڌان - مهاتما گانڌي - بيلگام ۱۹۲۴ع

"اڄ منهنجو پڪو ويچار آهي ته اهنسڪ
اسهڪار ماڻهن کي پنهنجي شڪتيءَ جي ڄاڻ
ڪرائي آهي. سختيون سهڻ رستي ماڻهن ۾
مقابلي ڪرڻ جي طاقت جو ظهور ٿيو آهي ۽ انهي
رستي عام ماڻهن ۾ اُها جاڳرتا پيدا ٿي آهي، جا
جيڪر ٻئي ڪنهن به رستي مشڪل اچي ها."

مهاتما گانڌي

هيءُ اجلاس ۱۹۲۴ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي پرڌانپڻي هيٺ بيلگام ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري گنگاڌر راءِ ديش پانڊي هو. ۱۸۴۴ ڊيليگيٽ حاضر هئا. هن اجلاس ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو پاس ڪيل گانڌي - داس - نهرو ناهه قبول ڪيو ويو. ڪانگريس وارن جو سرشتو به سڌاريو ويو. اڇوتپڻي جي خلاف ۽ ونڪم ستياگره جي باري ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. اُجوري سان قومي شيوا ۾ بلڪل عزت جوڳي ٺهرائي وئي. اڪالي هلچل، شراب ۽ آفيم مسبت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا. ڪوهاٽ جي ستايل

ٻ سال جيل ڏنو ويو. ١٩٢٣ ۾ آزاد ٿيڻ لي ڪوڪندا ۾ ڪانگريس جي خاص اجلاس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ١٩٢٧ ۾ نهرو رپورٽ موجب مسلمانن جي حقن جي آزاديءَ جي سوالن لي متيد ٿيڻ ڪري ڪانگريس کان الڳ ٿي ويو. ١٩٣٠ ۾ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ شامل ٿيو؛ اُتي انگلنڊ ۾ ٿي جنوري ١٩٣١ ۾ گذاري ويو.



جاري ڪئي، جا پوءِ ۱۹۱۲ ۾ دهليءَ مان ڪڍڻ لڳو
سال بعد اُردوءَ ۾ "همدرد" اخبار به ڪڍڻ لڳو
عليگڙه يونيورسٽي لاءِ هن ڪافي چندو ڪٺو ڪيو
۱۹۱۳ ۾ ڪانپور مسجد جي باري ۾ ولائت ويو ۽ آخر
اُن باري ۾ سرڪار کي جهڪڻو پيو. ۱۹۱۴ ۾ "ڪيئبولنيا
۾ اچو ۽ اچي اُن کي مدد ڪريو" نالي سندس چوپڙي
ضبط ڪئي وئي. ۱۹۱۴ ۾ جنگ لڳڻ تي ترڪيءَ
جڏهن جرمنيءَ جو طرف ورتو، تڏهن هن ترڪيءَ سان
همدردي ظاهر ڪئي، جنهنڪري آڪٽوبر ۾ کيس
گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو. ۱۹۱۹ ۾ آزاد ٿيڻ تي
امرتسر ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيو ۽ پوءِ هندستان
جي دوري تي اُٿيو. هر هنڌ سندس چڱي آجيان ٿي.
۱۹۲۰ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي اثر هيٺ آيو ۽ خلافت جي
سوال تي خوب پرچار ڪيائين. ۱۹۲۰ ۾ خلافت جي
باري ۾ سفارت سان انگلنڊ ويو. موٽي اچي خلافت
۽ سوراج هلچل ۾ خوب ڀرپور نڀائڻ لڳو. کيس ڪانگريس
ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر ڪيو ويو. ۱۹۲۱ ۾ ڪراچي
۾ آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. هن
پنهنجي تقرير ۾ چيو ته مسلمانن لاءِ انگريزن نوڪري
ڪرڻ حرام آهي. ان ڪري کيس ۱۹۲۱ ۾ گرفتار ڪري

ڊ ڊيليگيٽ حاضر هئا. اجلاس ۾ شري ساورڪر جي
لاڳيتي ٻڌ ٻولي ڪي مدد ٿيو. آل انڊيا واليٽيئر دل
جوڙڻ جي رٿا ڪئي وئي. ڪينيا جي هندستانين
سان دلي همدردي ڏيکاري وئي ۽ شريمتي سروجني
ديوي ۽ جارج جوسف کي ڪينيا جي انڊين ڪانگريس
لي عبوضي ڪري موڪلڻ جال ڪيو ويو. سلون ۾
هندستاني ٻورهيتن جي حالتن جاچڻ لاءِ جاچ ڪميٽي
مقرر ڪئي وئي. ستياگره ڪميٽيون ورڪنگ ڪميٽيءَ
۾ سمائي ڇڏيون ويون. هن سال پنڊت جواهر لعل نهرو
ڊاڪٽر ڪچلو، شري گنگاڌر راءِ، شري ڊي. گوپال
ڪرشن سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

## مولانا محمد عليءَ جي جيوت -

هن جو جنم رامپور راڄ جي هڪ مشهور گهراڻي ۾
۱۸۷۸ع ۾ ٿيو هو. عليڳڙه مان تعليم وٺي ۱۸۹۸ع ۾
آءِ.سي.ايس امتحان لاءِ ولايت ويو. ڪامياب ٿيڻ
لي هندستان موٽي آيو. ٻهر آڪسفورڊ ۾ وڃي بي.اي
پاس ڪري ۱۹۰۲ ۾ هندستان موٽيو ۽ اچي رامپور
رياست جي نواب جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. ٿوري وقت
بعد ٻڙودي رياست ۾ وڃي نوڪريءَ ۾ لڳو. اُلسي
. ۱۹ لائين رهيو. ۱۹۰٦ ۾ مسلم ليگ برپا ٿي، جنهنجي
ٻئي وڃيندڙن مان هي هڪ هو. ۱۹۱۱ ۾ هن ڪلڪتي
سي ”ڪامريڊ“ نالي هڪ انگريزي هفتيوار اخبار




# اٺٽيهون اجلاس

## پرڌان - مولانا محمد علي - ڪوڪناڊا ١٩٢٣ع

"سوراج، سڀني جي حڪومت ۾ ڀاڱي ڪرڻ جي؟
انهن ڀاڱي واسطي اهو سڀني جي دلي قربانيءَ
سان ڪندڻ ڪرڻ جي. جيڪڏهن انهن ۾ ٿيندو تہ
اسانکي آئنده قائم رکڻ لاءِ جنگ ۾ ورهندڙن
جي بهادريءَ تي مدار رکڻو پوندو، جو ڀاڱو ڏسڻ
ڪرڻ جي. سوراج ڪٺڻ جي ٿوري ۾ ٿوري قربانيءَ
سان ڪندڻ ڪرڻ جي؟ اڪي ٿورن جي ڪٺي ۾
ڪٺي قربانيءَ سان."

مولانا محمد علي

هي اجلاس ١٩٢٣ ۾ مولانا محمد عليءَ جي پرڌان تيءَ هيٺ ڪوڪناڊا ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين ديش ڀڪت شري ڪونڊا وينڪٽاپايا هو. ٦١٨٨

۽ ڪاليج بند ٿي ويا. ڪيس ٻهرين سابرمتي جيل ۾ ۽
پوءِ مانڊلي ۾ جي جهڙي جيل ۾ بند ڪيو ويو. هن اُن
عرصي ۾ ”گيتا رهسيه“ جهڙو اعليٰ گرنٿ لکي ڏنيا
کي ڏنو. ١٦ جون ١٩١۴ تي ڪيس پوليس ۾ آزاد ڪيو
ويو. ۴ آگسٽ ١٩١۴ ۾ دنيا جي پهرين مها ڀاري لڙائي
لڳي هئي. اُن بعد ملڪ ۾ وڏيڪ جاڳرتا آئي. لوڪمانيه
٢٣ اپريل ١٩١٦ تي انڊين هوم رول ليگ برپا ڪئي.
مسز بيسنٽ به پنهنجي هوم رول ليگ جاري ڪئي.
ٻنهي جي ڪوشش سان ملڪ ۾ گرماٽش وڌندي ويئي
آخر ١٩١٦ ۾ لکنو ڪانگريس ۾ گرم خيالن وارا ڪانگريس
۾ گهڙيا ۽ نرم ڪانگريس کي الوداع ڪري ويا.
لوڪمانيه سر ويلنٽائين چرول تي بدناموسي ڪيس ڪرڻ
لاءِ ولايت ويو، جو هن پنهنجي ڪتاب ۾ لوڪمانيه
تي الزام مڙهيا هئا. اُن وقت هن به اُتي گشت ڪري
هندستان جي سچين حالتن کان ماڻهن کي واقف ڪيو
ڪيترا وياکيان ڪيائين. لوڪمانيه کي ڪانگريس
پريزيڊنٽ چونڊيو ويو پر سندس ولايت مان وقت تي اچي
نه سگهڻ ڪري ٻيو پرڌان ڪيو ويو. جنگ پوري ٿي.
مدد ڪرڻ عيوض هندستان کي حق بدران وجهڻ جي انجام
تي پاڻي ڦيري هندستان کي رولٽ ائڪٽ ۽ جليانوالا جو
ڪوس موت ۾ مليو. ١٩١٩ ۾ امرتسر ڪانگريس اجلاس
۾ لوڪمانيه ٻهشڪار جي نيتي اختيار ڪرڻ تي زور
ڏنو. ان اجلاس بعد لوڪمانيه جي تندرستي وڃڻ لڳي

ڪرڻ لڳو، جي خيال لوڪ ڏر وارن کي ڪمن تي آڻيا.
اپتري قدر جو جڏهن سورت ڪانگريس اجلاس ۾
سڀاپتي جي چونڊ لاءِ لالا لجپتراءِ کي سڀاپتي چونڊڻ
جي درستي ڏيڻ لاءِ هو اسٽيج تي چڙهيو، لڏهن
آس پاد ر اڇلايو ويو. جڏهن بعد لوڪمانيه جي خيالن
واري گرم ڏر ڪانگريس مان نڪري ويئي ۽ ڪانگريس
فقط نرم ڏر جي هٿ ۾ رهي. ساڳئي سال هن سمرٿ
وديالي کوليو، جنهن لاءِ پنجاه هزار رپيا ڪٺا ڪيائين.
مهاراشٽر ۾ شراب جي بهشڪار لاءِ گهڻن تي پڪيٽنگ
جاري ڪرايائين. ڪانگريس کي ٻه وساري ڪين ويٺو.
اهڙي ڪوشش ڪيائين ۽ هلچل هلايائين جو بنگال
جي پراونشل ڪانفرنس ۾ ٻئي ڏرين ملي ويئون ۽
گرمن کي راضي ڪرڻ واسطي سوديشي بهشڪار، قومي
تعلم ۽ سوراج جا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. اُن وقت ڏاري
ڪنهن انقلابيءَ مسٽر ڪينڊيءَ کي سندس استريءَ
سميت ماري وڌو. اُن ڪم کي لوڪمانيه ڪليءَ طرح
ننديو ته ٻه ۲۴ جون تي ڪيس ۱۲۴ ۽ ۱۵۳ قلمن هيٺ
گرفتار ڪيو ويو. ڪيس ضامن تي ٻه نه ڇڏيو ويو.
مشهور بئريسٽر بئپٽسٽا سندس ڪيس ۾ خوب لڙيو.
لوڪمانيه بچاءَ ۾ ۲۱ ڪلاڪ وياکيان ڏنو پر جج لنگ
تي ڪانٽس جواب ڏيڻ جو حق ٻه ڪنهن ورتو ۽ ڪيس
ڇهه سال ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڏني. هن ڪري بمبئي
۾ ڇهه ڏينهن مزورن هڙتال ڪئي. سڄي ملڪ ۾ سڪول

رهيا هئا، سو وڪالت ڪرڻ کي ڪين لڳو انگريزيءَ
۾ "مرهٽا" ۽ مرهٽيءَ ۾ "ڪيسري" اخبارون سندس
سمپادڪيءَ هيٺ نڪرڻ لڳيون، جن ۾ سچائيءَ ۽
بي ڌ ڙائيءَ سان ليکن لکڻ ڪري سندس نالو چوڌاري
وڃي ويو. هن ڪولاپور رياست جي ظالمن جي اوگهڙ
ڪئي، جنهن ڪري کيس ۴ مهنا جيل جي سزا ملي.
آزاد ٿيڻ تي کيس شاندار آجيان مليون ۽ اخبارون زور
وٺنديون ويون. هڪ هاءِ سڪول ۽ فرگوسن ڪاليج
قائم ڪرايائين جنهن ۾ پاڻ پروفيسر ٿي ڪم ڪرڻ لڳو.
۱۸۹۵ ۾ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو، جتي
هن عملدارن جي ڪڌن ڪرتوتن جي خوب اوگهڙ ڪئي.
۱۸۹۶ ۽ ۱۸۹۷ ۾ ڏکڻ هندستان ۾ ڏڪر ۽ پليگ ڏاڍا
زور ڪيا. ان وقت هو ماڻهن جي سهائتا ڪرڻ جي
ڪم کي لڳي ويو. تنهن وقت هڪ نوجوان پليگ
ڪميٽيءَ جي چيئرمن ۽ ليفٽيننٽ ائرسٽ کي ماري وڌو
ان لاءِ به لوڪمانيه تلڪ تي ڪيس هلايو ويو، جو هن
هڪ ليک ۾ لکيو هو ته "ماڻهن کي هندستان تي راڄ
ڪرڻ جو حق ڪونهي." ان ڪيس ۾ کيس ۱۸ مهنا
جيل جي سزا ملي. ان مدي اندر جيل ۾ هن دنيا جي
ڏوانن ۾ اٿل پٿل پيدا ڪندڙ هڪ ڪتاب "اورائن"
لي لکيو. ۱۹۰۵ کانپوءِ لارڊ ڪرزن جي ظلمي زمالي
بنگال جي ورهاڱي ڪري ملڪ ۾ جاڳرتا آئي ۽
ڪمانيه ديش جي آڌار واسطي گرم خيالن جو پرچار

ڪيس لبرل انسوسيئيشن جو سيڪريٽري چونڊيو ويو، جو
عهدو هن پڇاڙيءَ گهڙيءَ تائين سنڀاليو. هو انصاف، امن
۽ سچائيءَ جي مورتي هو. سندس ديهانت ٣١ جولاءِ
١٩١٢ع تي ٿيو.

مسٽر هيوم ١٨٦٧ کان ١٨٧٠ع تائين ڪمشنر ٿي رهيو انهيءَ عرصي ۾ هن کي هارين جي ڀلي جي ڏاڍي اون هئي. ١٨٧٠ کان ١٨٧٦ع تائين هو هند سرڪار جو وزير ٿي رهيو. ١٨٧٩ع ۾ ڪيس سملي مان بدلي ڪري الهٰ آباد ۾ رکيو ويو. انهيءَ بدلي ڪيس ٽپڻي جوت وسائي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ڪري سندس پکين جي وگيانڪ اڀياس جو ڪم رهجي ويو. هن کي پکين پالڻ جو تمام شوق هو؛ انهيءَ ڪم ۾ هن لکين رپيا خرچ ڪيا هئا. هن سملي ۾ هڪ شاندار پوٽالہ بہ ٺهيو هو.

١٨٨٤ ۾ پوني ۾ سڀني پرڳڻن جي ٿيوٽين جي هڪ ميٽنگ ڪوٺائي وئي، جنهن هڪ سينٽرل ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن جو سيڪريٽري مسٽر هيوم کي ڪيو ويو. ١٨٨٥ع ۾ بمبئيءَ ۾ پهرين ڪانگريس اجلاس ٿيو، جنهن جو مهورت بہ ڪاٽس ڪرايو ويو. ساڳي سال ۾ هو انگلنڊ ويو، هندستان بنسبت انهيءَ وچ ۾ هن اتي پنهنجا ويچار رکيا. پوءِ موٽي وري هندستان ۾ اچي ڪم کي لڳو؛ ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري ٿي هندستان جي خدمت ڪرڻ لڳو.

مسٽر هيوم ١٨٩٤ع ۾ هندستان مان موڪلائي، لنڊن جي ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. جتان هو هندستان جي دوستن سان لکپڙهہ پيو ڪندو هو؛ هندستان جي ڀلي لاءِ بہ ٻاڪ پيو ڪندو هو. ١٨٩٤ ۾

# مسٽر ايلن هيوم

انڊين نئشنل ڪانگريس جي برپا ڪرڻ ۾ مسٽر ايلن. او. هيوم جو وڏو هٿ هو؛ هـو لاڳيتو ڪيترا سال انجو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو هو، انڪري ڪيس ڪانگريس جو ابو چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

مسٽر هيوم جو جنم ۱۸۲۹ع ۾ اسڪاٽلنڊ ۾ ٿيو هو. سندس پتا جـو نالو مسٽر جوزف هيوم هو، جـو پڻ هندستان جو گهڻگهرو هو. مسٽر هيوم ۱۳ ورهين جي ڄمار ۾ جهاز تي ڪم ڪرڻ لڳو. پوءِ ڪيس هيليبري ڪاليج ۾ موڪليو ويـو. جنهن بعد هـن يونيورسٽي ڪاليج هاسپيٽل مان ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪئي.

مسٽر هيوم ڪليڪٽر ٿي هندستان ۾ آيو؛ ۱۸۴۹ع کان ۱۸۵۷ تائين ڏنل علائقن ۾ اٽاوا جو ڪليڪٽر ٿـي رهيو. هندستانين لاءِ سندس هڏ ڪرڪندو هو؛ هو سرڪاري ڪم بـعـد وڃي عام ماڻهن جـي شيوا ڪندو هو.

اخبارن کي همٿائڻ، پدگتي خرابين کني سڌارڻ؛ تعليم جي وڌائڻ ۾ هو خاص چاهه وٺندو هو. صرف سال ۱۸۵[illegible]ع ۾ ئي هن ۱۸۱ اسڪول کولايا! تعليم لاءِ ڪيل [illegible]ڪشيءَ بابت سرڪار به سندس ساراهه ڪئي.

جي ١٤ جون ١٩٤٥ تي ڪيل براڊ ڪاسٽ موجب ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي آزاديءَ بعد وائسراءِ جي ڪوٺ تي ٢٥ جون ١٩٤٥ تي شملا ڪانفرنس ۾ شامل ٿيو، جنهن ۾ هن جيڪا قابليت ۽ ڏيش سان وفائي ڏيکاري، تنهن جي دنيا ساراهه ڪري رهي آهي. ڪانفرنس ١٤ جولاءِ تي ٽٽي پئي، جنهن بعد هو ديش واسين ۾ آزاديءَ لاءِ اڪير پيدا ڪرڻ لاءِ پرچار ۽ اسيمبلي چونڊن ۾ ڪانگريس جي سوڀ لاءِ ڪم ڪندو رهيو. تازو انگلنڊ مان وزارتي مشاورت جي اچڻ تي اُن سان ڳالهين ڪرڻ ۾ مشغول رهندو آيو ۽ ڪانگريس جو طرف وزارتي مشاورت اڳيان نهايت قابليت سان رکيائين. مذهبي قوم جون وڏيون اميدون آهن. هو ڪيڏيءَ مخالفت هوندي به مسلمانن اڳيان نج قوميت جو آدرش رکي رهيو آهي.

جي ستياگره هلچل ۾ ڪيترا ڀيرا جيل ويو. ۱۹۳۰ ۽ ۱۹۳۲ ۾
ڪانگريس جو ائڪٽنگ پريزيڊنٽ ٿي رهيو. ۱۹۳۸ ۽
۱۹۳۹ ۾ سندس نالو ڪانگريس پريزيڊنٽيءَ لاءِ پيش
ڪيو ويو پر تندرستي خراب هئڻ سبب هن قبول
ڪين ڪيو. آخر ۱۹۴۰ ۾ کيس رامگڙهه ڪانگريس جو
پرڌان چونڊيو ويو ۽ لاڳيتو ٦ سال پريزيڊنٽ ٿي رهندو
آيو. گذريل جولاءِ ۱۹۴٦ ۾ پريزيڊنٽيءَ جي چارج پنڊت
جواهر لعل کي ڏنائين.

جنهن وقت ۱۹۴۰ ۾ پاڻ پرڌان چونڊيو ويو هو،
تنهن وقت ملڪ ۾ نازڪ حالت هئي. مخالفت هوندي
به هن پنهنجي اعليٰ شخصيت سان رامگڙهه ڪانگريس
اجلاس ڪامياب ڪرايو. ۱۹۴۰ جي سيپٽمبر ۾ هلچل
جي سڄي واڳ مهاتما گانڌيءَ کي سونپي وئي ۽ سندس
آڏيا انوسار شخصي ستياگره جاري ٿيو، جنهن ۾ به هو
الله آباد ۾ گرفتار ڪري هڪ سال جيل موڪليو ويو.
۱۹۴۲ جي ۸ آگسٽ تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ
۾ ”ڪئٽ انڊيا“ ٺهراءُ پاس ٿيڻ تي ٻين اڳواڻن سان گڏ
کيس احمد نگر قلعي ۾ نظربند ڪري رکيو ويو، جتان
وه بيماريءَ سبب کيس مدناپور نيو ويو. مولانا آزاد
اڃا نظربند هو ته پٺيان سندس بيگم گذاري وئي. هن نئر
رڪار کيس پنهنجي زال جي آخرين گهڙيءَ ۾ به
اد نه ڪيو، پر هيءَ بانڪو بهادر اڏول رهيو.
س گذريل سال ۱۹۴۵ ۾ آزاد ڪيو ويو ۽ هندوانسراءِ

مخالفت ڪئي ۽ آخر اُن کي هار کائڻي پيئي. سرڪار
هن اخبار جي آزاد خيالن کري گهبرائجي اُن لئي وار
ڪيو ۽ ۱۹۱۴ع ۾ اخبار جي ضمانت ضبط ڪئي وئي
۽ ٻئين ڏهه هزار ضمانت جي گهر ڪئي وئي. اِن ڪري
اخبار بند ڪئي وئي. اِن لاءِ ٻي اخبار ”البلاغ“
جاري ڪيائين. پر سرڪار هن کي آزاد رکڻ خطرناڪ
ڄاتو. ڀاري مٿس بنگال ۽ بهار کان ٻاهر وڃڻ لئي
بندش وڌي وئي پر پوءِ کيس بهار ۾ نظر بند ڪيو
ويو. کيس رانچيءَ ۾ رکيو ويو. هن ڪري مسلمانن ۾
جوش وڌيو ۽ مسلم ليگ ۾ به نئين لهر آئي. ۱۹۱۸ع ۾
ڪيترا مسلمان ڪانگريس ۾ ڀرتي ٿيا. چار سال نظربند
رهڻ بعد ۱۹۲۰ع ۾ کيس آزاد ڪيو ويو. هن بعد هو
مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ خلافت جي سوال
سبب ڪانگريس ڪارڻ ڪرڻ لڳو ۽ قطع تعلقات
چلچل جو زبردست حامي ٿيو. پرنس آف ويلس جي
هندستان ۾ اچڻ تي بهشڪار ڪرائڻ جي سلسلي ۾
کيس گرفتار ڪري ديش بندو داس سان گڏ جيل ۾
رکيو ويو. ۱۹۲۳ع ۾ آزاد ٿيڻ تي هن ڪانگريس ۾ ٻه
پارٽيون ٿيل ڏٺيون، جن جي ناهه ڪرائڻ جي ڪوشش
ڪئي لڳي ويو. مارچ ۱۹۲۳ع ۾ الله آباد ۾ جيڪا آل
انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي، اُن ۾
سندس ناهه قبول ڪيو ويو. اُن سال سيپٽمبر ۾ دهليءَ
۾ خاص اجلاس جو کيس پريزيڊنٽ ڪيو ويو. ۱۹۳۰ ۽ ۱۹۳۲

قومي نائڪ لاءِ ٻڻ مقرر ڪيون ويون. ناگپور ۾ قومي جهنڊي جو ستياگره ڪاميابيءَ سان پوري ٿيڻ تي واڌايون ڏنيون ويون. ڪاڪيءَ دوارا ولايتي ڪپڙي جي بهشڪار تي زور ڏنو ويو. جپان جي زلزلي ۽ بهار ڪئي وئي. لالا لجپتراء، مولانا محمد علي ۽ پين مکيه اڳوانن جي آزاد ٿيڻ تي سنڌن آجيان ڪئي وئي. هن سال جنرل سيڪريٽري نيئي ساگيا مقرر ڪيا ويا.

## مولانا ابوالڪلام آزاد جي جيوت:-

هو ١٨٨٨ع ۾ مڪي ۾ ڄائو هو ۽ بالڪ اوستا عرب ۾ گذاريائين. اُتان پيءُ سان گڏ مصر ۾ وڃي ڪترو جي ال اظهر يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي ٿيو. جتي ١٤-١٥ سالن تائين اسلام مذهب، عربيءَ ۽ پارسيءَ ۽ فيلسوفيءَ جي اعليٰ تعليم ورتائين. اُتان ڪلڪتي ۾ اچي رهيو. جتي ماهوار رسالو جاري ڪيائين. هن ڏٺو ته هندستان جي مسلمانن ۾ هندن ۽ قوميت جي خلاف زهري خيال ڦهلايا پيا آهن، تنهن کي دور ڪرڻ لاءِ هن ١٩١٢ع ۾ "الهلال" هفتيوار اخبار جاري ڪئي. اها اخبار اُردوءَ ۾ اعليٰ درجي جي گڻي ويندي هئي، پر مسلم ليگ ۽ علي ڀائرن اُن جي مخالفت ڪئي. مولانا محمد عليءَ ته پنهنجي اخبار جي معرفت اُن جي

# خاص اجلاس

## پرڌان مولانا ابوالڪلام آزاد — دهلي ۱۹۲۳ع

"منهنجو اهو وشواس آهي ته آزادي قدرتي ۽ خدا ڪان ڏنل انسان جو حق آهي، ڪنهن به انسان يا نوڪرشاهيءَ کي ڪو به حق ڪو نه آهي، جو خدا جي ٻانهن کي پنهنجو غلام بڻائي. ان ڪري پنهنجي ديش کي غلاميءَ مان آجو ڪرڻ پنهنجو فرض ٿو سمجهان."

ابوالڪلام آزاد

هي خاص اجلاس دهليءَ ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد جي زير صدارت ۱۹۲۳ع ۾ ٿيو هو. ڊاڪٽر ايم. اي. انصاري آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين هو. هن اجلاس ۾ فيصلو ڪيو ويو ته جن کي ڪائونسلن ۾ گهڙڻ لاءِ ڌرمي يا ورڪي اعتراض نه هجي سي ڀلي گهڙن. ان خلاف پرچار نه ڪيو ويو. چرخي پروگرام تي خاص زور ڏنو ويو. الراشٽري ستياگره شانتي لاءِ ڪميٽي مقرر ڪئي ويئي. هن ڪميٽي چرخي سان ڏور ڪرڻ ۽ تين

ستياگره ۾ گهڙي پيو ۽ لاڳيتي ڪوشش ڪري لندرستي
ٿي پيس. پوءِ آل انڊيا ٽريڊ يونين ڪانگريس جو
پرڌان ٿيو. سرڪار جي پنهنجي سرشتي جاري ڪرڻ ڪي
بدلي ڏيڻ واسطي ڏاڍي ڪوشش ڪياءِ. پنهنجي
سڄي ملڪيت ديش شيوا واسطي ٽرسٽ جي حوالي
ڪياءِ. ۱۱ مئي ۱۹۲۵ تي ڊاڪٽرن جي صلاح موجب
دارجلنگ ويو ويو. پر فائدو ڪين ٿيو ۽ ۱۶ جون تي
سندس اچي ديهانت ٿيو. سندس لاش ڪلڪتي آندو
ويو ۽ جتي سندس ارٿيءَ سان پنج لک آدمي هئا.
ڪيس ”ديش بندو“ ڪري ڪوٺيو ويندو هو، جو
غريبن، اڌين، وديارٿين ۽ وڌوائن جو آڌار هو ۽ سندن
هر طرح جي شيوا ۽ مدد ڪرڻ ۾ پنهنجي سموري
ڪمائي لٽائيندو رهندو هو.



حل مان آزاد ٿيڻ بعد هن ڪائونسلن ۾ گهڙي سوراج پارٽيءَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هلچل هلائي. تندرستي خراب هولدي به هن ۱۹۲۲ ۾ ملڪ جو گشت ڪيو ۽ اُن سال گيا ۾ ستيهين ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. اُتي هن ڪائونسلن لي قبضي ڪرڻ جو پروگرام ملڪ اڳيان رکيو، جنهنجي مخالفت ٿيڻ سبب هن پرڌان پد جي استيفا پيش ڪئي. ٻيا به پارهن اڳوان ساڻس شامل ٿيا ۽ هن سوراج پارٽي ٺاهي ڪئي. ڀورين هن جي گانڌي وادين طرفان ملڪ ۾ سخت مخالفت لي پر پوءِ ڪانگريس سوراج پارٽيءَ کي پنهنجي پروگرام هلائڻ جي اختياري ڏني. ۱۹۲۳ جي نومبر ۾ لين چونڊن ۾ سوراج پارٽيءَ کي زبردست ڪاميابي حاصل ٿي. بنگال ۾ گهڻائيءَ هولدي به هن وزارت ڪين ورتي ۽ سندس رهنمائيءَ هيٺ سرڪار کي ڪيترين شڪستون کائڻيون پيون ۽ سرڪار ۾ اوشواس جا ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. ساڳئي سال لاهور ۾ آل انڊيا ٽريڊ يونين ڪانگريس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۲۴ ۾ ڪلڪتي ڪارپوريشن لي قبضو ڪياءِ ۽ اُن جو پهريون لارڊ ميئر چونڊيو ويو. هن سوراج پارٽيءَ جي پروگرام جي پرچار لاءِ ”فارورڊ“ اخبار جاري ڪئي. ستياگره جاچ ڪميٽيءَ جو ڪيس ميمبر ڪيو ويو. ۱۹۲۴ ۾ وري لين چونڊن ۾ سوراج پارٽيءَ سرڪار کي پريشان ڪيو. هن جي شاندار سوڀ ٿي. پر پوءِ ۱۹۲۵ ۾ تار ڪيشور مهنت جي معاملي ۾

تقرير ڪرڻ کان اڳ سرڪار کي ڏيکاري وڃي پر ڌ
انهن ڪرڻ کان صاف صاف انڪار ڪيو هو. ساڳئي
سال سندس واسطي مسٽر مانٽيگو هن کان پڻ شاهدي
ورتي هئي. ١٩١٩ ۾ پنجاب جي ظلمن سندس دل
کي سخت چيڀيٽ رسائي. ڪانگريس پاران پنجاب
جي ظلمن لاءِ جيڪا جاچ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي
هئي، اُها هي ۾ هي به هو. هن مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارن
جي مخالفت ڪئي ۽ ان لاءِ ووٽ ڏنو ۾ وڃي پرچار
ڪيو. رولٽ ائڪٽ جي پڻ مخالفت ڪيائين. مدي ۾
مهاتما جي قطع تعلقات هلچل جو مخالفتي هو پر
ڪانگريس جي سڏ تي هن وڪالت ڇڏي ڏني ۽
بنگال ۾ ان هلچل جو مکيه اڳواڻ بڻجي ويو. بنگال
۾ اُن هلچل جيڪو زور ورتو، تنهن جو سهرو جس سندس
ٻلي تي هو. ١٩٢١ جي ڊسمبر ۾ پرنس آف ويلس اوڀر سڌارن
جاري ڪرڻ لاءِ هندستان آيو. اُن جي ڪلڪتي ۾
اچڻ تي اُن جو بائيڪاٽ زبردست نموني ۾ ڪرايو ويو.
جنهن ڪري کيس پٽ ۽ زال سميت جيل ۾ روانو ڪيو
ويو ۽ کيس ڇهن مهنن لاءِ جيل جي سزا ڏني وئي.
جيل ۾ کيس ڪنهن سان به ملاقات ڪرڻ ڪين ڏني
وئي. هن کي هن سال احمدآباد ڪانگريس جو پرڌان
چونڊيو ويو پر کيس اجلاس ٿيڻ کان پهريون ڏينهن
اڳ گرفتار ڪري جيل ۾ رکيو ويو. سندس گرفتاريءَ
ڪري سندس لکيل تقرير اجلاس ۾ پڙهي وئي هئي.

شروع ڪيائين. ١٠٩٧ ۾ سندس شادي شريمتي بسنتيءَ
ڏيويءَ سان ٿي. ان کان ١٩٠٥ تائين هن وڪالت
سان گڏ شاعريءَ ۾ چڱو نالو ڪڍيو. بنگال جي
ورهاڱي خلاف هلچل سان گڏ سوديشيءَ جي هلچل
بلڪل زور ورتو. شري اروند گهوش مشهور يوگيراج ۽
۽ بين بنگالي اڳواڻن سان گڏ هن جو به ”بندي ماترم“
اخبار هلائڻ ۾ هٿ هو. هن اخبار ڏوارن ملڪي هلچل
ڏاڍو زور ورتو ۽ نوجوانن ۾ ملڪي محبت جا مچ ٻرڻ
لڳا. انگريزي ”بندي ماترم“ ۽ ٻين ان قومي اخبارن
جي ايڊيٽرن تي بغاوت جي ڏوهه هيٺ ڪيس ٿيو.
اُن وقت مظفرپور جو مشهور بم ڪيس پڻ ٿيو، جنهن
۾ شري اروند گهوش ۽ ٻين ڪيترن تي منصوبي جو
ڪيس هلايو ويو. ١٩٠٧ کان ١٩١١ تائين اهڙن مشهور
مقدمن ۾ هن خوب پاڻ پتوڙ ڪري ۽ پنهنجي هڙ کي
نقصان رسائي ڪاميابي حاصل ڪئي، جنهنڪري
سندس نالو ڏاڍو وڌي ويو. ١٩١٣ ڌاري هن جي
ساليانو آمدني وڌي وڃي ٦ لک رپيا ٿي. ١٩١٧ ۾
ڪيس بنگال پرانتڪ راجنيتي ڪانفرنس جو پرڌان ڪيو
ويو. هن اُنهيءَ موقعي تي پنهنجي صدارتي تقرير ۾
ڳوٺاڻن جي بدتر حالتن جو چٽو چٽيو هو ۽ سڌارن
آڻڻ واسطي جوڙجڪي ڪم جو بيان ڪيو هو. اُنهيءَ
ڪري ڪانگريس سرڪار لکيو هو ته صدارتي

ڪميٽي مٿرر ٿي ويئي. مگر نهرو ڪانگريس ۾ گهرڻ جو هو، پر اهو ڪري پيو ۽ مهاتما گانڌي ۾ وشواس ڏيکاريو ويو. گهڻائيءَ سان ٻري ۾ ڪانگريس ۾ شڪار جو نهرو جاري رکيو ويو، انڪري ديش بندو داس پرڌانپڻي جي استيفا ڏني. (اها استيفا بوءِ بمبئيءَ ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ پاس ڪئي وئي ۽ ڊاڪٽر انصاريءَ کي انڪنگ پريزيڊنٽ ڪيو ويو). هن سال شري موزم علي، شري ولڀ ڀائي پٽيل ۽ شري راجيندر پرساد جنرل سيڪريٽري ڪيا ويا.

## شري ديش بندو چترنجن داس جي جيوت -

هي ڪلڪتي جي ونشو ڪٽمب ۾ پنا ٻاون موهنداس ۽ ماتا لسنارٽي ديويءَ جي گهر ٥ نومبر ١٨٧٠ ۾ ڄائو هو. پتا هڪ مشهور سالسٽر، اخبار نويس ۽ برهمو سماجي سڌارڪ هو. ڪلڪتي جي پريزيڊنسي ڪاليج ۾ پڙهندي "گريجوئيٽس ائسوسيئيشن" جو بنياد وڌائين. ١٨٩٠ ۾ بي-اي پاس ڪري ولايت آءِ. سي. ايس امتحان لاءِ ويو. امتحان کان اڳ دادا ڀائي نوروجيءَ کي پارليامينٽ چونڊ ۾ مدد ڪرڻ ڪري ڪيس ان امتحان ۾ وهڻ نه ڏنو ويو، جنهنڪري "بار آف دي ڪورٽ" امتحان ڏيئي بئرسٽر بڻجي ١٨٩٣ ۾ وطن وريو ۽ ڪلڪتي ۾ وڪالت

# ستٽيهون اجلاس

## پرڌان ديش ٻنڌو چترنجن داس- گيا ١٩٢٢ع

”انسان کي سموريءَ خرابيءَ ۽ بدحاليءَ جي خلاف جنگ جوٽڻي آهي. انهيءَ ريت ئي آزادي حاصل ڪري سگهبي. سوراج جي راڄ ۾ ڪهڙيون به شخصي، قومي يا انساني رنڊڪون هجن ته اهي سڀ دور ڪرڻ گهرجن.“

چترنجن داس

هيءُ اجلاس گيا ۾ ديش ٻنڌو چترنجن داس جي پرڌانگيءَ هيٺ ١٩٢٢ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو پرڌان شري ٻرج ڪشور پرشاد هو. ٣٢٤٨ ڊيليگيٽ آيل هئا. اجلاس ۾ اڪالي شهيدن جي لاثاني قربانيءَ ۽ سندن اهنسڪ ڀاوَ جي قدرشناسي ڪئي ويئي. سرڪار کي جتاءُ ڏنو ويو ته وڌيڪ قرض نه ڪڍي ۽ ماڻهن کي چيو ويو ته سرڪار کي وڌيڪ قرض نه ڏين. قوم کي ڪوشش ڏني ويئي ته عام ستياگره لاءِ تياري ڪئي وڃي. پورهيتن جي سنگٺن ڪرڻ لاءِ

ڪيو ويو، جو ديش ڀڳت گرفتار ڪيو ويو هو. هندو مسلم ايڪتا جو زبردست حمايتي هو. ۱۹۲۲ ۾ ستياگره ڪميٽيءَ جو پريزيڊنٽ ڪيو ويو. ۱۹۲۴ ۾ ايڪتا ڪانفرنس ۾ شامل ٿيو. آخر گهڙيءَ سوڌو ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿي رهيو. ۱۹۲۵ ۾ تندرستيءَ جي سڌاري لاءِ يورپ ويو. ۲۹ ڊسمبر ۱۹۲۷ ۾ اوچتو دل ٽٽڻ سبب گذاري ويو.

۾ ١٨٦٥ع ۾ ڄائو هو. سندس پيءُ جو نالو حڪيم محمود هو. هن گهر ۾ اسلامي ۽ طبي تعليم حاصل ڪري پنهنجي هوشياريءَ سان چڱو نالو ڪڍيو. انگريزيءَ جي تعليم پوءِ حاصل ڪياءِ. ١٩٠٠ ۾ وڌيڪ مغربي طبي ڄاڻ ۽ آزمودي حاصل ڪرڻ لاءِ ولائت ويو ۽ ڪيترين اسپتالن ڏٺائين. ١٩٠٣ ۾ ان لاءِ وچ اوڀر ۾ مسافريءَ لپي ويو ۽ ١٩١١ ۾ انگلنڊ ۽ ايشيا ڪند جي ملڪن ۾ ساڳيءَ مراد سان ويو. ١٩٢١ ۾ به ولايت يائرا ڪري چڱو تجربو حاصل ڪيو هوائين. هن ڪيترا طبي ڪتاب لکيا، جي سندس قابليت جي ثابتي ڏيئي رهيا آهن. سندس پيءُ دهليءَ ۾ طبي ڪاليج جاري ڪيو هو، تنهنکيءوچ ني آڻڻ لاءِ هن هرطرح جي ڪوشش ڪئي ۽ اڄ هندستان ۾ طبي ڪاليجن مان اهو اول درجي جو ڳڻيو وڃي ٿو. مسلم لگ جو شروعات ۾ ميمبر ۽ پوءِ وائيس پريزيڊنٽ هو. هن عليڳڙهه يونيورسٽيءَ کي نئين روپ ڏيڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو هو. عام شيوا جي ڪمن ۾ ١٩١٨ع کان آيو ۽ اُن سال دهليءَ ۾ ٿيندڙ ڪانگريس اجلاس جي آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن ٿيو. ان بعد پنجاب جي ظلمن ۽ خلافت جي سوال سندس خيالن ۾ وڏي تبديل آندي. مهاتما گانڌيءَ جي اثر هيٺ آيو ۽ ڪانگريس ۾ گرم خيالن جو ٿي رهيو. ١٩٢١ ۾ احمدآباد اجلاس جوڪمس پرڌان

جي ٺهراءَ سان گڏ اجلاس جي گرفتار ٿيل ہرڈان ديش ہندوءَ جي اڳواڻ لڪيل ٺهراءَ بہ ٻڌي ويئي هئي. هي اجلاس اڳين اجلاسن کان نيارو هو. ڪرسين ۽ بيهڻ بدران ڊيليگيٽن کي ٻراسن تي وهاريو ويو هو. اجلاس لاءِ کاڌيءَ جو تنبو ٺاهيو ويو هو. مکيہ ٺهراءَ قطع تعلقات جي سمجهاڻيءَ جي باري ۾ هو جنهن ۾ اُن جي فلاسافي ۽ پروگرام سمجهايو ويو هو. اُن ۾ والنٽيئرن لاءِ انجام نامو بہ گڏيو ويو هو. مهاتما کي ڪانگريس جي سڄي واڳ ڏور سوپي ويئي ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جون طاقتون بہ سندس حوالي ڪيون ويئون ۽ کيس اها بہ طاقت ڏني ويئي تہ پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري سگهي. مولانا حسرت موهاني هن اجلاس ۾ ٺهراءَ آندو تہ ڪانگريس جي مقي ۽ سوراج جي معني پورن آزادگي ٺهرائي وڃي پر مهاتما گانڌيءَ جي مخالفت ڪري اهو ٺهراءَ ڪڍي ويو. ماڻهن کي ڪنڊ، اُٽڻ، ايڪتا، شراب بهشڪار ۽ اڇوت اڌار لاءِ ويئتي ڪئي ويئي. ڪمال پاشا کي فتح تي واڌايون ڏنيون ويئون. جنرل سيڪريٽري پنڊت موتيلعل نهرو، شري راجگوپال آچاريہ ۽ شري اي- رنگا سوامي آينگر ڪيا ويا.

## حڪيم اجمل خان جي جيوت:-

هي دهليءَ جي مشهور خانداني حڪيمن جي گهر

# ڇٽيهون اجلاس

## پرڌان حڪيم اجمل خان — احمدآباد ١٩٢١ع

"اها فخر جي ڳالهه آهي جو پارت ۾ سندي ڪي وسعو ڊيڪاري ريو آهي. امنسڪ قطع تعلقات نه فقط هندستان جي مامل آهي پر اها ايشيائڪ ماملن بطحي رهي آهي ۽ اهو وقت دور ڪونه آهي، جڏهن دنيا سمسار جي بي انصافي ۽ ناحق جي دور ڪرڻ لاءِ اهو هٿيار اختيار ڪندي."

حڪيم اجمل خان

هي اجلاس احمد آباد ۾ ١٩٢١ع ۾ ٿيو هو. اجلاس جو پرڌان شريمت ديس بندو چترنجن داس کي چونڊيو ويو هو پر هئن نه هن کي گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو هو، ان ڪري سندس جاءِ تي حڪيم اجمل خان کي پرڌان ڪيو ويو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري ولڀ ڀائي پٽيل هو. ٤٧٢٦ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس ۾ ابزيڊنٽ حڪيم اجمل خان

لکو پاڻ ورتائين. سرڪار ڪيس لاڳاپي پنهنجي طرف
ڪرڻ گهريو پر هو پنهنجي پيرن تي بيٺو رهيو. هن سال
سنڌس نالو ڪانگريس جي پرڌانگي لاءِ پيش ڪيو
ويو هو پر هن پنڊت مالويه جي فائدي ۾ پنهنجو نالو
ڪڍائي ورتو. ان بعد ۱۹۲۰ ۾ ناگپور جي الهاسڪ اجلاس
جو ڪيس پرڌان ڪيو ويو. هند وائسراءِ جو ظاهر ڪيو
ته قطع تعلقات غير قانوني آهي، تنهن لاءِ هن صدارتي
تقرير ۾ دليلن سان ان جو کنڊن ڪيو ۽ قطع تعلقات
جي پنيرائي ڪئي ۽ ڏيکاريائين ته اهو قدم هڪدم
ڪٺو عام واسطي ڪيئن آهي. ۱۹۲۲ع جي ڪانگريس ۾
هن ان ٺهراءِ جي مخالفت ڪئي، جنهن ۾ فقط برٽش
مال جي بهشڪار لاءِ چيو ويو هو. ۱۹۲۳ ۾ هن هندو
مسلم ايڪتا جي باري ۾ مهاتما جي ليکيءَ جي پنيرائي
ڪئي. ديش بنڌو داس جي ڪائونسلن ۾ گهڙڻ جي
وقت جي هن مخالفت ڪئي هئي. سائمن ڪميشن جي
بهشڪار جي پنيرائي ڪيائين. ۱۹۲۸ ۾ آل پارٽيز
ڪانفرنس جي صدارت ڪيائين. نهرو رپورٽ جي ناهڻ
۾ سنڌس چڱيرو هٿ هو. سنڌس وچار هو ته ديش
واسطي يونيٽري حڪومت جو سرشتو نيڪ ٿيندو.
۱۹۲۱ ۾ هن اڪولا ۾ هندو مها سڀا جي صدارت ڪئي.
هندو ڌرم لاءِ سنڌس دل ۾ بالڪل ڪان بيحد پيار
هو. ۱۹۳۲ ۾ الهه آباد ۾ جيڪا ايڪتا ڪانفرنس

، رلبج ٿيو ۽ کيس ميونسپالٽي جي ميمبريءَ ان خارج
کياءِ جنهن تي هن هملد سيڪريٽريءَ تي مقدمو داخل
کيو. هاءِ ڪورٽ اُن لاءِ هڪ سؤ رپيا نقصان عيوض کيس
ڏياريا. هن هلچل هلائي پنهنجن ساٿين کي ٻـ
جيل مان ڇڏايو. ڪانگريس جي شروعات کان اُن سان
ڳنڍيو رهيو. ١٨٨٧ ۾ ڪانگريس جوڙجڪ نـاهڻ لاءِ
جيڪا سب ڪميٽي مقرر تي هئي تنهنجو هيءَ ميمبر
ڪيو ويو هو. ١٨٨٥ کان ١٩٠١ تائين مدراس ليجسليٽو
ڪائونسل جو ميمبر تي رهيو. ١٨٩٩ ۽ ١٩٠٠ ۾ انڊين
ڪانگريس ڪميٽيءَ جو ميمبر تيو. ١٩٠٠ ۾ ڪليڪٽ
۾ تيل مدراس پراونشل ڪانفرنس جو پرڌان ڪيو ويو
هو. ١٩٠٥ ۾ بنارس ڪانگريس اجلاس ۾ خود حڪومت
جي ٺهراءَ جي تائيد ڪئي هوائين. سورت ڪانگريس
وقت نرمن جي نيٽيءَ سان نه نهڻا سبب ڪانگريس
کان الڳ تـي ويو. ١٩١٣ کـان ١٩٢٦ تـائين امپيريل
ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر تيو. هن ڪنسپائرسي بل
جي زوردار مخالفت ڪئي. هندو يونيورسٽي بل جي
۾ مخالفت ڪيائين، جو هو آل انڊيا يونيورسٽيءَ جي
ائدي ۾ هو. ١٩١٦ جي چوائڊ ۾ به هو ڪامياب نيو.
ن سال هـو لکنو ڪانگريس اجـلاس وقت وري
ڪانگريس ۾ شامل تيو ۽ ١٩١٨ ۾ بمبئي جـي خاص
لاس ۾ ۽ ١٩١٩ ۾ امرتسر ڪانـگريس اجلاس ۾ خاص

۽ صلح پسند رستن سان سوراج حاصل ڪرڻ ٺهرايو ويو آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جا ميمبر وڌائي ساڍا ٽي سؤ ڪيا ويا ۽ ١٥ ميمبرن جي ورڪنگ ڪميٽي ڪئي وئي. هن سال شري موتيلال نهرو، شري راجگوپال آچاريه ۽ شري ايم. اي انصاري جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

## شري چڪرورتي وجيه راگهوو آچاريه جي حيوت

هو چينگل پيٽ جي هڪ ڳوٺ ۾ ١٨٥٢ ۾ ڄائو هو. پٽس سنسڪرت جو وڏو ودوان هو، سو هن کي ڏهن سالن تائين فقط سنسڪرت جي سکيا ڏنائين. انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جي دلي اڇا سان گهر مان ڀڄي مامي وٽ وڃي رهيو ۽ ١٨٧٥ ۾ بي. اي پاس ڪري منگلور جي هڪ مشن اسڪول ۾ ماستر مقرر ٿيو ۽ پرنسپال سان تڪرار ٿيڻ سبب ١٨٧ ۾ استعيفا ڏنائين ١٨٧٩ ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. سندس وڪالت چڱي هلڻ لڳي. ١٨٨٢ ۾ سلم ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ساڳئي سال ڪليڪٽر جي رانديگي سبب هڪ دنگي جي معاملي ۾ ڪيس ڦاسائي ١٠ سال جيل جي سزا ڏني وئي ۽ هاءِ ڪورٽ اپيل تي ڪيس عثا بيڏوهي ٿيرائي ڇڏي ڏنو. سندس انهن ٽيڪائن سبب ميونسپالٽيءَ جو چيئرمين سلم جو ڪليڪٽر مٿس

# اجلاس پنجٽيهون

## پرڌان شري وجيه راگهو آچاريه - ناگپور ١٩٢٠ع

"ڪنڊيل ۽ لُڙ ڀارت جي هندي ني آزادي ۽ برابري جو مٽو (Motto) اُڪريل هوندو. پر ڀراتري ڀاءُ جو پڙ ۽ جو هڪ انسان جيان انگلينڊ کي پڙائي سکڻ ته اسين پيريان ۽ سيني کان اڳرا هواسين ۽ وري به سيني کان اڳرا ٿينداسين."

## وجيه راگهو آچاريه

هي اجلاس ناگپور ۾ شري چڪرورتي وجيه راگهو آچاريه جي پرڌانپڻي هيٺ ١٩٢٠ ۾ ٿيو هو. ١٤٥٨٣ ڊيليگيٽ آيل هئا. آجيان ڪميٽيءَ جو پرڌان سيٺ جمنا لعل بجاج هو. هن اجلاس ۾ ڪلڪتي اجلاس جو قطع تعلقات جو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو. واپارين کي ولائتي ڪپڙي جي بهشڪار لاءِ چيو ويو. ٽلڪ سوراج فنڊ گڏ ڪرڻ جو ٺهراءُ ڪيو ويو. ڊيوڪ آف ڪناٽ جي بهشڪار جو فيصلو ڪيو ويو. رياستن ۾ جوابدار حڪومت جاري ڪرڻ لاءِ هند جي رياستن جي والين کي عرض ڪيو ويو. ڪانگريس جو مقصد بدلي هئي

ٽيڙ ڪاپوءِ اُن جلاوطنيءَ مان آزاد ڪيو ويو. موٽڻ تي هن ايليمينٽري ايڊوڪيشن ايڪٽ جو بنياد وڌو ۽ هريجن اُڌار لاءِ پنجاهه هزار روپيه دان ڪني ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ١٩١٢ ۽ ١٩١٣ ۾ شريمت گوکلي جي آگيا موجب ڏکڻ آفريڪا جي هندستانين جي سهائتا لاءِ پنجاب مان چاليهه هزار روپيه ڪٺا ڪري ڏنائين. ١٩١٤ ۾ ٻهرين مها ڀاري لڙائيءَ جي وقت سرڪار کيس ١٨١٨ع جي ٣ انڪت هيٺ جلاوطن ڪيو. ان ڪري هن آميريڪا ۾ وڃي هندستان جي ڀلي واسطي خوب ڏ ليو ۽ ڪيترو عملي ڪم ڪيو. هن اُتي ڪيترا ڪتاب، چوپڙيون ۽ ليک لکيا. ينگ انڊيا (اڌ ڀارت) ڪتاب پڌرو ڪيائين، جنهن تي هندستان ۽ انگلنڊ ۾ بندش وڌي وئي. هندستان ۾ مٿانئس جلاوطنيءَ جي بندن هٽائڻ لاءِ هلچل هلڻ تي کيس هندستان اچڻ جي موڪل ملي ۽ ٢٠ فيبروري ١٩٢٠ ۾ موٽي هندستان آيو ۽ سندس شاهاڻي آجيان ڪئي وئي. آگست ١٩٢٠ ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس جي خاص اجلاس جو پرڌان ڪيو ويو. جتي مهاتما گانڌيءَ اسهيوگ (قطع تعلقات) جو ٺهراءُ آندو، جنهن لاءِ هن اوشواس ظاهر ڪيو، پر هن اهو ٺهراءُ ناگپور ڪانگريس ۾ بحال ڪيو ويو. هن ڪانگريس جي آگيا موجب هن اُن لاءِ زوردار ر ڪيو. انڊين ٽريڊ يونين ڪانگريس جو پـ يڊنٽ ٿيو. ساڳئي سال نوجوان ڪـ

ڪانگريس اڳواڻن مخالفت ڪئي ته ٻه اوراءِ گهٽائيءَ سان پاس ٿي ويو ۽ اور مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻي قبول ڪئي. هن ڀيري ٻيا اڳيان جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

لالا لجپت راءِ جي جيوت:-

هي پنجاب جي موگا شهر ۾ ٢٨ جنوري ١٨٦٥ ۾ ڄائو هو. ايف. اي پاس ڪرڻ بعد هن وڪالت جو امتحان ڏنو ۽ وڪالت پاس ڪري لاهور ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. شروعاتي وقت ۾ سوامي ديانند سرسوتيءَ جي اثر هيٺ آيو ۽ آريه سماج جو سنو ڪم ڪندڙ ٿي رهيو حصار ميونسپالٽيءَ جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. لاهور ۾ هن ١٩٠١ ۾ پنجاب سکيا سنگهه جي استاپنا ڪئي ۽ ڪنترا سڪول کوليا ۽ ڊي - اي - وي ڪاليج کي مدد ڪئي. ١٨٩٦ کان ١٩٠١ تائين ڏڪار وقت هن اڻتري ته ماڻهن جي مدد ڪئي جو سرڪار کي اُن جو ذڪر ڪرڻو پيو. هندي ڪانگريس سان همدردي شروعات کان ئي هئي ۽ اُن ۾ ١٨٨٨ کان شامل ٿيو. پوءِ هميشه اُن ۾ شامل ٿيندو رهيو. ١٩٠٩ ۽ ١٩١١ ۾ ڪانگريس والنٽ جيڪي ٻه ڊيپوٽيشن موڪليا، تن ۾ هو به هو. ١٩٠٢،١٩١٠م ۾ به انگلنڊ ويو ۽ اُتي هن هندستان جي ٻاري ۾ ڳالهيون ڪيون. ١٩٠٧ ۾ پنجاب جي ڪالونيز انڪٽ جي خلاف هلچل هلائڻ ڪري هن کي گرفتار ڪري مانڊلي جيل ۾ موڪليو ويو. ڇهن مهينن بعد آزاد

ٻور هيٺن ۾ رعيت کي ڪين ستائيندا، ٻورهئي جو ٻان
تيندو ۽ ٻورهيٺن کي پورو اجورو ملندو، غريبي
ڪندڙيل زمالي جي ڳالهه تيندي ۽ جاڏهين زندگي رهڻ
اٿن ٻڌبي. سندس تقرير جادوءَ جو اثر ڪيو هو.
ٻر ٻن قطع تعلقات جو ورونڌي هو. ڪلڪتي ڪانگريس
اجلاس ۾ هن قطع تعلقات جو ورونڌ ڪيو هو ۽ ناگپور
۾ به اُن جو مخالفتي ٿي ويو هو پر قطع تعلقات جو
ٺهراءَ پاس ٿيو ۽ هن وڪالت ڪرڻ ڇڏي ڏني. هن
بعد سندس جيوت ۾ انقلاب اچڻ لڳو ۽ سادگيءَ ۾
لياڳ جي مورتي ٿيو. نومبر ١٩٢١ ۾ پرنس آف
ويلس جو ٻهشڪار زور سان ڪيائين. ٦ ڊسمبر تي گرفتار
ڪري ڇهه مهنا جيل ڏنو ويس. ١٩٢٢ ۾ ديش بندو
داس جي سوراج پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ ١٩٢٣ ۾ سينٽرل
اسيمبليءَ ۾ چونڊيو ويو، اتي مخالفت پارٽيءَ جو ليڊر
ٿي رهيو. ١٩٢٤ ۾ سندس صدارت هيٺ ايڪتا
ڪانفرانس ٿي. ١٩٢٦ ۾ وري ٻين چونڊن ۾ چونڊجي
ويو. ١٩٢٧ ۾ يورپ جي ڪشت لاءِ ويو ۽ سوويٽ
سرڪار جي ڪوٺ تي روس ويو. موٽيو تي ١٩٢٨ ۾
هن کي هند جي حڪومت جي سرشتي جي رٿ ناهڻ جو
ڪم سونپيو ويو. اها رپورٽ "نهرو رپورٽ" جي نالي
سان مشهور آهي. سائمن ڪميشن جي ٻهشڪار ۾ حصو
ورتائين. ڊسمبر ١٩٢٨ ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس اجلاس جو

خلافت جي سوال لئي سرڪار جي وزل ايجنٽيءَ کي اندڙو ويو. بنيادي حقن جي باري ۾ رولٽ ايڪٽ ۽ پريس ايڪٽ جي خلاف ۽ مسٽر هارنيمن جي ديس ايڪاليءَ کي اندڙ جا ٺهراءُ بہ پاس ٿيا. هن پوري شري وي. جي. پٽيل، ايم. اي. انصاري ۽ پنڊت گوڪرن ناٿ مصر جنرل سيڪريٽري ڪيا ويا.

## پنڊت موتيلال جي جيوت:-

هو ٦ مئي ١٨٦١ ۾ دهليءَ ۾ ڄائو هو. ١٨٨٣ ۾ وڪالت پاس ڪيائين، جنهن ۾ پهرين نمبر اچڻ ڪري انعام مليس. پهريائين ڪانپور ۾ ۽ پوءِ پنهنجي وڏي ڀاءُ پنڊت نندلال سان گڏ الهآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. ١٨٩٦ ۾ جڏهن هاءِ ڪورٽ جي ججن کي ائڊووڪيٽ مقرر ڪرڻ جو حق مليو، تڏهن جيڪي چار ائڊووڪيٽ مقرر ڪيا ويا هئا، تن ۾ هي ئي ننڍي ۾ ننڍيءَ عمر وارو ائڊووڪيٽ هو. هيڪر تہ الهآباد هاءِڪورٽ جو جج بہ ٿيو. هن جو ڪانگريس سان پهريون لاڳاپو ١٨٨٨ ۾ ٿيو. ١٩٢٠ ۾ جڏهن الهآباد ۾ پهرين ڪانگريس اجلاس ٿيو هو، تڏهن ان جي آجيان ڪاميٽيءَ جو عهديدار هو. ١٩٠٣ ۾ بمبئي ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيو هو. ١٩٠٧ ۾ جڏهن ڪانگريس ارم ڏر وارن جي لٺ ۾ آئي، تڏهن هو انهن سان شامل رهيو. سنہ اٺ ال گڏيل علائقن جي ڪانگريس ڪميٽيءَ جو بہ ڏا...

# چوٿيهون اجلاس

## پرڌان پنڊت موتي لعل نهرو — امرتسر ١٩١٩ع

”اسان کي اُهي هندستان جو آدرش رکڻ گهرجي، جنهن ۾ سڀيئي آزاد هجن ۽ کين ترقيءَ جا مڙيئي ذريعا حاصل هجن. جتي اڇوتن بند مان نڪتل هجن ۽ ڇوت ڇات جو مرض نه هجي.“

**موتي لعل نهرو**

هي اجلاس پنڊت موتيلعل نهروءَ جي پرڌانپڻي هيٺ امرتسر ۾ ١٩١٩ ۾ ٿيو هو. جو امرتسر جي شهر ۾ اُن سال ١٣ اپريل تي جليانوالا جو ڪوس ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين سوامي شرڌانند هو، جنهن مارشل لا وقت بهادريءَ سان اُن جو مقابلو ڪيو هو. ٧٠٣١ ڊيليگيٽ آيل هئا. اجلاس ۾ خاص ڪري مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارن جي خلاف هو. پنجاب ۾ انگريزن جي ظلمن ۽ خاص ڪري امرتسر جي بربري ڪوس سمبنڌ ۾ ۽ اُنهن کي ننديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

للڪ، مهاتما گانڌيءَ ۽ سيد حسن امام کي ٿاڇيو ويو.
سڌارن جي باري ۾ ممبئيءَ وارو ٺهراءُ دهرايو ويو.
هنري ڪميشن جي رپورٽ جي آجيان ڪئي وئي ۽
ورهي علي ڀائرن جي آزاديءَ لاءِ عرض ڪيو ويو.
جنگ لاءِ ۴۵ ڪروڙن ڏيڻ جي اوجي ڪسان هندستان
کي آزاد ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي. مغربي علاجن
جي طريقن بدران يوناني ۽ آيورويدڪ کي همٿائڻ لاءِ
چيو ويو. سڄي هندستان ۾ پورون جوابدار حڪومت
جاري ڪرڻ ۽ واجبيتي قيد ۾ نظر بندن جي آزاديءَ
لاءِ گهر ڪئي وئي. پرنس آف ويلس لاءِ آجيان جي
آڇ ڪئي وئي. ڪانگريس ڪيس پيش ڪرڻ لاءِ
انگلنڊ ڏانهن سفارت موڪلڻ جو به ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.
(پنڊت مدن موهن مالويه جي جيوت جو بيان
چوٿين اجلاس جي بيان ۾ ڏنل آهي).

# ٽيٽيهون اجلاس

## پرڌان پنڊت مدن موهن مالويه — دهلي ١٩١٨ع

"مان اوهان کي چوان ٿو ته هڪ ڪري ڇڏيو ته جن ڪان پوءِ اوهان کي راڄ ۾ ڪهڙ ڪري سمجهيو ويندو ته اُن ئي سخت ۾ سخت رنج ڏاريو؛ مان اوهان کي چوان ٿو ته جن ڪان پوءِ پنهنجي سموريءَ طاقت سان اها دعويٰ رکو ته پنهنجي ديش اندر اوهان کي آزاد طرح وڌڻ ويجهڻ جا اهڙا ئي وجهه ملڻ گهرجن، جهڙا انگريزن کي برطانيه حڪومت ۾ آهن."

### پنڊت مدن موهن مالويه

هي اجلاس دهليءَ ۾ ١٩١٨ع ۾ پنڊت مدن موهن مالويه جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين حڪيم اجمل خان هو. ٤٨٦١ ڊيليگيٽ حاضر هئا. هن اجلاس ۾ سيٺي ڍباءَ جي قاعدن منسوخ ڪرڻ؛ صلح ڪانفرنس لاءِ هندستان جا چونڊيل عوامي موڪلڻ جي گهر ڪئي ويئي، جنهن لاءِ لوڪمانيه

ٿيو. ١٩١٧ع ۾ بهار راجنيتي ڪانفرنس جي صدارت
ڪيائين. "بهاري" ۽ "سرچ لائيٽ" اخبارن کي
هميشه مدد ڪندو رهندو هو. ١٩١٨ع جي سيپٽمبر ۾
بمبئيءَ ۾ ڪانگريس جي خاص ڪونسل اجلاس جو
صدر ٿيو. ١٩٢٤ع ۾ لي ڪميشن اڳيان هن قومي مسلمانن
جا ويچار پيش رکيا. هو زبردست سماج سڌارڪ ۽ زالن
جي تعليم جو حمايتي هو. سچائيءَ ۽ سادگيءَ جي مورت
هو. ١٩٢٠ع ۾ ستياگره جي انجام نامي تي صحيح ڪئي
هوائين. اوڻ جي ستياگره جي به پنيراني ڪندڙ هو ۽
ان لاءِ هر مهيني ٥ سؤ روپيه سهائتا ڏيندو رهندو هو.
علي ڳڙه يونيورسٽيءَ ۽ بنارس جي هندو يونيورسٽيءَ
کي هڪ جيترو دان ڏيندو رهندو هو. بهار نئشنل
ڪاليج کي به ڪافي مالي مدد ڏيندو رهيو. هوم رول
ليگ جي سفارت سان انگلنڊ ويو هو. هندستان جي
مسلمانن جي سفارت سان ترڪن جي ڪيس پيش ڪرڻ
لاءِ ٻيهر لنڊن ويو هو. خلافت هلچل سان همدردي هئس.
آخر دم تائين پڪو قوميت جو حامي ٿي رهيو. ١٩٣٣ع ۾
ڇنو دل ٽٽڻ سبب گذاري ويو.



سفارت مرڪز جو فيصلو ڪيو ويو. هن اجلاس وقت محمود آباد جي صدارت هيٺ مسلم ليگ جو ساليانو اجلاس بمبئي ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڪانگريس جي ٺهراءَ موجب ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. هن ٻنهي ٻئي ساڳيا جدول سيڪريٽري قائم ڪيا ويا.

## سيد حسن امام جي حيوت

هو پٽنا جي هڪ ڳوٺ ۾ ٢١ آگسٽ ١٨٧١ ۾ ڄائو هو. ١٨٨٩ ۾ اعليٰ تعليم واسطي ولايت ويو جتي انڊين سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو. دادا ڀائي کي پارليامينٽ ۾ ميمبر چونڊجڻ لاءِ هن ووٽن حق ۾ ڪري ڏيڻ لاءِ ڪافي ڪم ڪيو. انهي ڪجهه وقت وليم ڊگبي جو سيڪريٽري ٿي رهيو. عام ڪمن ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺڻ ڪري ولايت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين. ١٨٩٢ ۾ بئريسٽر ٿي وطن وريو. ١٩١٠ ۾ ڪلڪتي ۾ وڪيل- ڪم ڪرڻ لڳو. جنهن ۾ ڪافي ڪاميابي حاصل ٿي. اپريل ١١ ۾ ڪلڪتي جي هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو. ساڳئي سال عليڳڙهه ڪاليج جو ٽرسٽي ٿيو ١٩١٣ ۾ تندرستي خراب هجڻ سبب ولايت ويو پر ڀالدو ڪونه ٿيس ۽ ان عهدي جي استعيفا ڏنائين ۽ وري پٽنا ۾ وڪالت ڪرڻ شروع ڪيائين. ان بعد وري ڪيترا ڀيرا ساڳئي عهدي جي آڇ ٿيس پر انڪار ڪيائين. ١٩٠٩ ۾ گيا ۾ بهار ودياري ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ

هن مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارن جي ٻيهرالي ۽ مهاتما گانڌيءَ جي قطع تعلقات تحريڪ جي مخالفت ڪئي. سندس راءِ هئي ته ”هندستان برٽش سرڪار کان سوراڄ جي ڀکيا ڪرڻ بدران پنهنجو حق لڙي ڳوري جو لڙي به وٺندو.“ ڪانگريس کان الڳ رهي به هندستان جي آزاديءَ لاءِ پارليامينٽ کان ٻل پاس ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪندي رهي. ١٩٢٧ ۾ مدراس ڪانگريس اجلاس ۾ آزاديءَ جي ٺهراءَ جي ٻيهرالي ڪئي هئائين. ١٩٢٨ ۾ سائمن ڪميشن جو بائيڪاٽ ڪيائين ۽ ٣٠ سيپٽمبر ١٩٣٣ ۾ سرڳواس پڌاري.

هوم رول هلچل شروع ڪيائين، جنهن ۾ لوڪمانيه تل[ڪ]
جي هوم رول ليگ ۾ شامل ٿي. "ڪامنويلت" هفتيوار
"نيو انڊيا" روزاني اخبارون جاري ڪيائين
ڪانگريس ڪاريه ۾ هوءَ ٻيڻ ٻهراڻ ١٩١٣ ۾ شامل
ٿي. ١٩١٥ ۾ ڪانگريس ۾ ٻيل قوت کي دور ڪرڻ
جي ڪوشش ڪيائين، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو
١٩١٦ ۾ لکنو ڪانگريس ۾ ٻئي ڌريون ملي ويون.
سندس پرچار ڪري ملڪ ۾ وڌيل جوش سبب سرڪار
سندس اخبار "نيو انڊيا" کان ١٩١٦ ۾ ويهه هزار روپيه
ضمانت ورتي. ٻمبئي ۽ برار ۾ سندس گهڙڻ تي بندش
وڌي ويئي. ١٥ جون ١٩١٧ تي گرفتار ڪئي ويئي.
اُن تي سندس آزاديءَ واسطي ملڪ ۾ زبردست هلچل
شروع ٿي. اُن وقت ڪيس ڪلڪتي ڪانگريس اجلاس
لاءِ پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. الهي ڪري سندس آزادي
واسطي ستياگره جي تياري ڪئي ويئي. اُن جي شروع
ٿيڻ کان اڳ ئي مانٽيگو پڌرائيءَ موجب ڪيس ڪانگريس
[ا]جلاس کان اڳ آزاد ڪيو ويو. هن ١٩١٧ ۾ ڪانگريس
[ا]جلاس جي صدارت اُن کان اڳ ٿيندڙ ڪانگريس
[پري]زيڊنٽ واڳر فقط ٻن ڏينهن لاءِ ڪام ڪئي پر هن
...و سال ملڪ جو دورو ڪري هوم رول هلچل جو
...م ماڻهن جي ڪنن تائين پهچايو. ١٩١٨ ۾ هن هڪ
...ي بل جي ڪهڙ ڪئي، جنهن موجب وڌ ۾ وڌ ڏهن
... اندر ڀارت کي پنهنجي راڄ ڏاو وڃي. اُن بعد



شرامتي انّي بيسنت
[ ١٩١٧ ]

وارو. جم روڪ جي ڪارڻ ڪرڻ ڪري ڪيس ڌيءَ
کان هٿ ڪڍڻو پيو. ناستڪ واد جي پرچار ڪرڻ ڪري
پڻ ٻه ڪارون سهڻيون پيس. سندس مدد سان چارلس
برئڊلا پارليامينٽ جو ممبر چونڊيو. ۱۸۸۲ ۾ سندس
مئڊم بلاونسڪيءَ سان ملاقات ٿي، جنهن جي سکيا
هيٺ هوءَ ناستڪ مان ڦري ڪٽر آستڪ بڻجي پئي.
۽ ڪجهه وقت ۾ اڀياس، مخمس ۽ ٻڌمجي ودياپٺي
ڪري ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي هڪ مکيه ڪرڪندڙ
ٿي بيٺي ۽ مئڊم بلاونسڪيءَ جي ڪنڌاري وڃڻ بعد
ڪيس پريزيڊنٽ ڪيو ويو. مئڊم بلاونسڪيءَ جي اثر
هيٺ اچڻ بعد هن جو لاڙو سوشلزم (سامياواد) ڏانهن
ٿيو ۽ ۱۸۸۳ ۾ "Our Corner" اخبار هلائڻ لڳي. ۱۸۸۸
۾ "Link" جي سمپادڪا ٿي ۽ ۱۸۸۹ ۾ ٿياسافيڪل
سوسائٽيءَ ۾ شامل ٿي. ۱۹۸۹ ۾ پئرس ۽ بوسٽن جي
ڪانفرنس ۾ شامل ٿي. ۱۸۹۳ ۾ شڪاگو ۾ جيڪا سڀني
ڌرمن جي پارليامينٽ ڪٺي ٿي هئي، تنهن ۾ وئي
هئي ۽ انهيءَ ئي ورهيه ۾ هندستان ۾ آئي. هندو
ڌرم جو گمڀير اڀياس ڪري اُن ٻاري ۾ ڪيترا سندر
گرنٿ رچيائين. ۱۸۹۸ ۾ هن ڪاشيءَ ۾ هندو اسڪول
برپا ڪيو، جو ۱۹۰۴ ۾ سينٽرل هندو ڪاليج ۽ پوءِ
۱۹۱۶ ۾ هندو يونيورسٽي بڻيو. جنهن کي پنڊت مدن
موهن مالويه وڏاڻي سندر حالت ۾ آندو. ۱۹۰۷ ۾
ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي پريزيڊنٽ بڻي. ۱۹۱۳ ۾

اپيل ڪئي ويئي. قومي جهدي واسطي ڪاميٽي مق
ڪئي ويئي ۽ پهريون پيروني ترنگو سوراج جو جهند
جهولايو ويو. هن سال جدول سيڪريٽري بدلائي شرو
سي - پي - رام سوامي آير پي ڪيسوپلاء ۽ مسز پرپرتي
کي ڪيو ويو.

## شريمتي اڻني بيسنٽ جي حيات

هوءَ ۱ آڪٽوبر ۱۸۴۷ ۾ لنڊن جي آئرشن ووڊ ڪل
۾ ڄائي هئي. هن فرينچ، جرمن وغيره ڪيترين ٻولين
۾ خاص اپياس ڪيو. جنهن بعد سندس شادي ۱۸۶۷
۾ فرئيڪ بيسنٽ نالي هڪ پادريءَ سان ٿي، جنهن
مان کيس پٽ ۽ ڌيءَ ڄاوا. هوءَ پاڻ آزاد خيالن جي
هئي، مگر سندس پتي جهوني زماني جو ڪٽر پنٿي
آدمي هو. ڌيءَ جي بيماريءَ سبب ايشور بابت
سندس دل ۾ شڪ اٿيا، جن جي باري ۾ سوال ڪرڻ
تي سندس پتيءَ کي غصو لڳو ۽ آخر هنکي ۱۸۷۳ ۾
طلاق ڏنائين. ان بعد هوءَ چارلس برئڊلا جي اثر هيٺ
آئي ۽ سندس هٿ هيٺ ڪٽر ناستڪ بڻجي سندس
جاري ڪيل سوسائٽيءَ جي وائيس پريزيڊنٽ ٿي،
ناستڪ واد، مزورن جي سنگٺن، ساه وارن کي لڌ
مارڻ ۽ تعليم جي ڦهلاءَ جا ڪاريه ڪرڻ لڳي. ۱۸۷۷
۾ "نئشنل رفارمر" جي سب ايڊيٽر ٿي. مذهبي
ڳالهائڻ، لکڻ، سنگهٽن ۽ ڪاريه هلائڻ جي زبردست
شڪتي هئي، جنهنڪري سندس نالو چوڌاري ڦهلجي

# اجلاس ٻٽيهون

## پرڌان ڊاڪٽر اينيءَ بيسنٽ - ڪلڪتو ١٩١٧ع

"ڀارت کي آزاد ڏسڻ، دنيا جي قومن جي وچ ۾ اوچي ڳاٽ تي بيهڻ جو ديدار ڪرڻ، سندس پٽن ۽ ڌيئرن جي هر هنڌ عزت ٿيندي ڏسڻ، ڪيئن پنهنجي شڪتيوان ماضيءَ جي لائق ڏسڻ ۽ ڪيئن پنهنجو آئينده اڳي کان طاقتور بڻائڻ ۾ مشغول ڏسڻ ڇا اهو ڪو ڪم آهي؟ ڇا اهو زنده رهڻ ۽ اُن لاءِ جيوت ڏيڻ يوڳو ڪم آهي؟"

## اينيءَ بيسنٽ

هي اجلاس ١٩١٧ ۾ شريمتي اينيءَ بيسنٽ جي پرڌانگيءَ هيٺ ٿيو هو. آڌيان سمتيءَ جو پرڌان شري بي - بي ٻنڪمن ناٿ سين هو. ٤٩٦٧ ڊيليگيٽ حاضر هئا. هن اجلاس ۾ علي ڀائرن جي آزاديءَ جي گهر ڪئي ويئي. هندستانين کي لشڪر ۾ وڌيڪ جڳهيون ۽ سولجرن کي سڌريل پگهارون ڏيڻ تي زور ڏنو ويو. ڪانگريس ۽ ليگ جي رٿا موجب جوابدار حڪومت لاءِ گهر ڪئي ويئي. ارجن لعل سيٺي جو جيل ۾ بک هڙتال تي هو هن جي حياتي بچائڻ لاءِ سرڪار کي

۱۸۹۴ ۽ ۱۹۱۰ ۾ بنگال پرانت سميلن جو پرڌان ٿيو. ڪيترا سال مرڪزي ڪائونسل جو به ميمبر ٿي رهيو. هن هڪ سندر ڪتاب "Indian National Evolution" لکيو هو. ٢٦ ڊسمبر [illegible]۲ ۾ گذاري ويو. ڪلڪتي ۾ سندس يادگار امبڪا ميموريل هال ۽ امبڪا پبلڪ لئبرري قائم ٿيل آهن.

١٨٩٤ ۽ ١٩١٠ ۾ بنگال پرانت سميلن جو پرڌان ٿيو. ڪيترا سال مرڪزي ڪائونسل جو به ميمبر ٿي رهيو. هن هڪ سندر ڪتاب "Indian National Evolution" لکيو هو. ٢٦ ڊسمبر [illegible]٢ ۾ گذاري ويو. ڪلڪتي ۾ سندس يادگار امبڪا ميموريل هال ۽ امبڪا پبلڪ لائبريري قائم ٿيل آهن.



لارڈ سنہا
[۱۹۱۵ء]



شری امبکاچرن مزمودر
[۱۹۱۶ء]



مسٹر سید حسن امام
[۱۹۱۸ء]



پنڈت موتیلال نہرو
[۱۹۱۹-۲۸ء]

۽ ٽين گهر آهي ۽ ديش ڀڳتن لاءِ ملڪ ئي ڌرم آهي.
هن سال ۾ سڀا جو جنرل سيڪريٽري قائم ڪيا ويا.

## آنربل امبڪاچرڻ مزمدر جي جيوت

هو فريدپور جي هڪ ڳوٺ ۾ ١٨٥١ ۾ ڄائو هو. ١٨٧٣ ۾ بي-اي پاس ڪيائين. اُن بعد ميٽرا پوليٽن انسٽيٽيوٽ ۾ ماستر مقرر ٿيو. ١٨٧٥ ۾ ايم-اي ۽ ١٨٧٦ ۾ قانوني امتحان پاس ڪيائين. ١٨٧٩ ۾ هيڊ ماستري ڇڏي فريدپور ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ عام ڪمن ۾ ڀاڱو وٺڻ لڳو. فريدپور انسوسئيشن برپا ڪيائين ۽ اُلي ميونسپالٽي سڌرس ئي ڪوشش سان پيئي، جڏهن جو ١٨٨٦ کان سڀا ويهه سال پريزيڊنٽ ٿي رهيو ۽ عام جي ڪافي شيوا ڪيائين. ڪانگريس جي برپا ٿيڻ جي وقت کان هو ڪانگريس سان ڳنڍيو رهيو. ١٨٨٧ ۾ ذڪر وقت هن لوڪن جي ڪ وب خط مع ڪئي. راجبند ڪاليج سڌرس ئي محنت جو ڦل آهي. ١٨٨٤ جي قومي ڪانفرنس ۾ سڌرس همت هو. اوائـر بنگال ۾ راجنيتي هلچل جو زور سڌرس ڪري هيو. ١٩٠٥ کان ١٩١١ تائين بنگال جي ورهاڱي جي خلاف هن جوشيلي هلچل هلائي. سوديشي ۽ بهشڪار جو هن خوب پرچار ڪيو. ١٩١٦ ۾ لکنو ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ٻه ڪانفرنس لي بنگال جو عبوضي ٿي ويو هو. ٢ دفعا ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو

# اجلاس ايڪٽيهون

## پرڌان آنربل امبڪاچرن مزمدار- لکنو ۱۹۱٦ع

"جيڪڏهن مون کان پڇيو وڃي ته ديش جي پنهنجن ٻارن کان هن وقت ڪهڙي گهر آهي ته مان جيڪر بنا هٻڪ جي اهو جواب ڏيان ها ته پهرين ديش ڀڪتي، ٻي ديش ڀڪتي، ٽين ديش ڀڪتي. هندستاني قوم پرستن لاءِ پنهنجو ديش ئي ڌرم هجڻ گهرجي. ڌرم پروهتن کان سکيل نه پر دل جي ڏک مان پيدا ٿيل."

## آنربل امبڪا چرن مزمدار

هي اجلاس لکنو ۾ ۱۹۱٦ ۾ آنربل امبڪاچرن مزمدار جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو هو. آجيان ڪميٽي جو چيئرمين آنربل پنڊت جگت نارائڻ هو. ۳۲۵۰ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس وقت آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس به ٿيو هو. ڪانگريس اجلاس ۾ گرم ٽولي ۽ نرم ٻنهي ڌرين وارا حاضر هئا. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي خود حڪومت جي رٿا جي پنيرائي ڪئي ويئي. اجلاس ۾ ليفٽيننٽ گورنر ۽ ليڊي ميسٽن به حاضر هئا. پرڌان پنهنجي تقرير ۾ چيو ته ديش ڀڪتي ئي ديش جي پهرين، ٻي

جو قانوني ميمبر (Law Member) ٿيو. هي ٿي پهريون هندستاني هو جو اُن عهدي لي مُقرر ٿيو هو. پرنس آفڪمت کي آخرين صورت ۾ آڻڻ وارو هي ٿي هو. ۱۹۱۵ ۾ بمبئي جي ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۱۷ ۾ بيڪانير جي مهاراجا سان گڏ امپيريل ڪانفرنس ۾ هندستان جو عيوضي ٿي ويو. ۱۹۱۷ ۾ پڻ ڪانفرنس ۾ هندستان جو عيوضي ٿي ويو. بنگال سرڪار جني ڪاروباري ڪميٽي جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. ۱۹۱۹ ۾ صلح ڪانفرنس ۾ هندستان جو عيوضي ٿي ويو. لارڊ جارج ڪينس نائب سيڪريٽري آف اسٽيٽ مقرر ڪيو. ڪيس لارڊ سڀا آف رائبور بڻائي هائوس آف لارڊس ۾ شامل ڪيو ويو. هنکي Free man of the City of London لنڊن نگر جو آزاد رهواسي پڻ بڻايو ويو ۽ پيروي ڪائونسل جي جڊيشل ڪميٽي جو ميمبر ڪيو ويو. ۱۹۲۱ ۾ کيس بهار ۽ اوڙيسا جو گورنر مقرر ڪيو ويو. اهي سڀ عهدا هي پهريون هندستاني هو، جنهن کي اصيب ٿيا هئا. سال بعد هن گورنريءَ جي عهدي جي استيفا ڏني ۵ مارچ ۱۹۲۸ ۾ گذاري ويو.

عام جنتا جي سرڪار جنتا واسطي، جنتا ڏواران ٿي
هئڻ بدا هندستان وري پهنجي اڳين ڀراڇين اوچ تي
رسي ڪين سگهندو، پر اُن سان گڏ هن اهو به ديڪو
ظاهر ڪيو ته پوري طاقت ۽ ايڪاءَ ڪان سواءِ ڀارت جي
آزادي هندستان کي وري پنهنجن قومن جو شڪار بڻائيندي
هن اجلاس ۾ ملڪ کان پاس ڪيل ٺهراءُن کي دهرايو
ويو ۽ پڻ اهڙا ملڪي سدارن جي گهرن جا ٺهراءُ پاس ڪيا
ويا. هن اجلاس کان ٿي ڪانگريس ٽئين دور ۾ پير رکڻ
شروع ڪيو. هن سال جنرل سيڪريٽري ساڳيا رکيا ويا.

## سر سئيندر ناٿ بئنرجي جي جيوت

هي وڏو ماڻهو جي رانچور ڳوٺ ۾ ۱۸۶۳ ۾ ڄائو هو
پيءُ ۽ ڀائر لنڊن ۾ ڪماري ويس. ۱۸۷۷ ۾ مئٽرڪ
پاس ڪيائين. ايف. اي پاس ڪرڻ بعد ۱۸۸۰ ۾ سندس
شادي ٿي. ۱۸۸۱ ۾ ولايت ويو. اسڪالرشپ جي مدد
سان هن آئي سي ايس ۽ بئريسٽري جو ابياس ڪيو ۽ ۱۸۸۶ ۾
بئريسٽري پاس ڪرڻ بعد يورپ جو دورو ڪري ديش
ڏانهن موٽيو ۽ ڪلڪتي جي هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت
شروع ڪيائين. سندس ناٿو ستيندر ناٿ سنگهه هو.
پر پوءِ سنگهه ٻڌاءِ سنها سنبنڌ لڳو. ۱۸۹۴ تائين سندس
وڪالت جو ڏاڪو وڌي ويو. ۱۸۹۷ ۾ ڀارت ڀر هن
ڪلڪتي جي ڪانگريس اجلاس ۾ ڀاڱو ورتو. ۱۹۰۲ ۾
سرڪار کيس پهنجو وڪيل مقرر ڪيو. ۱۹۰۸ ۾
ايڊووڪيٽ جنرل مقرر ڪيو ويو. ۱۹۱۹ ۾ هند سرڪار

# اجلاس ٽيهون

## پرڏان سر ستيندر پرسن سنها- بمبئي ١٩١٥ع

"دلپسند خود حڪومت جو نمونو جو هندستان چاهي ٿي، سو آهي لوڪن جي سرڪار، لوڪن واسطي ۽ لوڪن دوارا ٺهيل."

سر ستيندر پرسن سنها

هي اجلاس سر ستيندر پرساد سنها جي پرڏانگيءَ هيٺ ١٩١٥ ۾ بمبئي ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين سر ڊي ايدلجي واڇا هو. ٢٢٥٩ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس ۾ ملڪي حالتن تي ويچار ڪيو ويو ۽ گرم ويچارن واري لوڪمانيه تلڪ جي پارٽيءَ کي به هن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي جو خود مهاتما گانڌي وشيه ڪميٽيءَ ۾ ڪوشش ڪئي هئي. چونڊ بورڊ ۽ پرڏان کي وشيه ڪميٽي آڏو هن اجلاس ۾ ڪانگريس ڪميٽي کي چيو ويو ته سڌارن جي رٿا جوڙي تيار ڪري ۽ تعليم ۽ پرچار لاءِ ڪم جو پروگرام ٺاهي ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل سان صلاح ڪري. هن اجلاس ۾ پرڏان پنهنجي تقرير ۾ خود حڪومت جي ضرورت کي ڳالهائيندي چيو ته

"Government of the people, for the people and by the people."

سالسنر تي ڪم ڪرڻ سان خوب نالو ڪمايائين ۽ ٢٣
سال اهو ڪم ڪيائين. ڪانگريس جي شروع ٿيڻ
سان ئي اُن ۾ شامل ٿيو. ١٨٨٦ ۾ ڪلڪتي ڪانگريس
جي وارنٽيئرن جي ٽوليءَ جو ڪپتان ٿيو هو. بنگال
نئشنل بئنڪ جي قائم ڪرڻ ۾ هن مکيه ڀاڱو ورتو هو.
ڪيترا سال ڪلڪتي يونيورسٽي جو وائيس چئنسيلر
ٿي رهيو. ١٩١١ ۾ ڪلڪتي ۾ ٢٦ اجلاس وقت آجيان
ڪميٽيءَ جو چيئرمن هو. بنگال جي ورهاڱي خلاف
هلچل ۾ هن زوردار حصو ورتو. فصيح زبان ليڪچرار
هو. نرم دل جو. ١٩١٤ ۾ مدراس ڪانگريس اجلاس جو
پرڌان ٿيو. هندستان جي سيڪريٽري آف اسٽيٽ جي
ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو. مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارا
قبول ڪيا هوائين. انڊين لبرل فيڊريشن ۾ شامل ٿيو
مهاتما گانڌيءَ جي قطع تعلقات هلچل جي مخالفت
ڪيائين. ميونسپل ائڪٽ خلاف استيفا ڏيندڙن ٢٨
آدمين مان هڪ هي ۾ هو. هو ١٦ مارچ ١٩٢٤ ۾
گذاري ويو.



# اجلاس اٺتيهون

## پرڏان شري پوپيندرناٿ- مدراس ١٩١٤ع

"قوم کي ٽن طرح ٻنائڻ واسطي مردانگي گهرجي. سستي ڇڏيو، ڪمر ڪشي منزل مقصود ڏانهن وڌندا هلو، جو مقصد اوچن پاون کان خالي ڪونه آهي."

## پوپيندرناٿ

هيءُ اجلاس مدراس ۾ ١٩١٤ ۾ شري پوپيندرناٿ ٻسوءَ جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو. هن اجلاس ۾ ٨٦٦ ڊيليگيٽ شامل ٿيا هئا. هن سال يورپ ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي هئي، جنهن لاءِ ڪانگريس هن اجلاس ۾ سرڪار سان وفاداريءَ ۽ هرطرح جي مدد ڏيڻ جي ٺهراءُ ڪرڻ سان گڏ خود حڪومت جي گهر دهرائي. هن سال جنرل سيڪريٽري شري - اين - سباراءِ ۽ نواب سيد محمد بهادر ڪيا ويا.

## شري پوپيندرناٿ ٻسوءَ جي جيوت

جنم ١٨٥٩ ۾ بنگال جي ڪرشن گهر ۾ ڄائو هو. [illegible] ۽ ١٨٧٩ ۾ بي. اي. پاس ڪيائين. [illegible] ڪر ڪرڻ لڳو. ١٨٨٢ ۾ ايم. اي، [illegible] پاس ڪيائين. ١٨٨٤ کان آزاد وڪالت

# نواب سيد محمد بهادر جي جيوت

هو ١٨٦٩ ۾ ڄائو هو. پير اسد الله خان جاگيردار
جو پوٽو هو. هن جي ڪٽنب جو لاڳاپو حضرت محمد
۽ حيدر عليءَ سان هو. هو پهريون مسلمان هو جو ١٨٩٩
۾ مدراس جو شيرف بڻيو. ١٨٩٧ ۾ خان بهادر ۽ نواب جو
خطاب مليس. ١٩٠٠ کان ١٩٠٢ تائين مدراس ليجسليٽو
ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. پوءِ امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل
جو ميمبر ٿيو. هن سڄا سترهن سال لوڪل ۽ سپريم
ڪائونسلن ۾ عام جي فائدن لاءِ ڪم ڪيو. ١٨٩٤ ۾
مدراس ۾ ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيو ۽ جلد پڪو
ڪانگريسي بڻيو. ١٩٠٣ ۾ مدراس ۾ ڪانگريس
اجلاس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن ٿيو. ١٩٠٤ ۾
ڪانگريس جي قاعدن قانون ناهڻ واري سب ڪميٽي
جو ميمبر ٿيو. ١٩٠٦ ۾ ڪانگريس جي اسٽئنڊنگ
ڪميٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ ١٩١٣ ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس
اجلاس جو پرڌان ٿيو. ١٩١٥ ۽ ١٩١٦ ۾ ڪانگريس جو
جنرل سيڪريٽري ٿيو ۽ پوءِ گهرو انڪليشن ڪري
راڄنيتي جيوت مان نڪري ويو. هندو مسلم ايڪتا
جو حامي هو. ١٩١٦ ۾ لکنو ڪانگريس وقت هندن ۽
مسلمانن جي ميلاپ ۾ به هن جو ڪافي هٿ هو. ساڳئي
سال ١٢ فيبروري ١٩١٦ ۾ گذاري ويو.

# اجلاس اٺاويهون

## پرڌان نواب سعيد محمد بهادر — ڪراچي ١٩١٣ع

"اهو ته اسين ٻاهر ايڪتا واسطي جدوجهد ڪريون. قوم جي واڌاري لاءِ اهو ته، محنت ڌاري گهڻو قدرتي ۽ مٿراڊو بڻايل جاتيون، رڪاوٽ ۽ رڪاوٽون دور ڪريون."

**نواب سعيد محمد بهادر**

هيءُ اجلاس ڪراچيءَ ۾ نواب سعيد محمد بهادر جي زير صدارت ١٩١٣ع ۾ ٿيو هو. ٥٥٠ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس ۾ هندو مسلمان ڪي قدر هڪ ٻئي ڏانهن وڌيا ٿيا. مسلم ليگ خود حڪومت جو ويچار قبول ڪيو هو، تنهن جي ساراهه ڪئي وئي ۽ هندو مسلمانن جي ايڪتا جي ضرورت ڏيکاري وئي. هندستان جي سومان قائم رکڻ ۽ ڪشش دور ڪرڻ لاءِ مهاتما گانڌي ۽ سندس پوئلڳن جي ستياگرهه اڏ جي قدر شناسي ڪئي وئي. جدول سيڪريٽري پڻ ساڳيا رکيا ويا.

وڃن پرڳڻن ۾ برار پرانت ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ
ٿيو. ١٩٠٥ ۽ ١٩٠٦ ۾ ڪيترين پرانتڪ هدري ڪانفرنسن
جو پرڌان ٿيو. ١٩١٢ع ۾ باڪيپور ۾ ڪانگريس
اجلاس جو پرڌان بڻيو. سورت ڪانگريس کان وٺي
نرم ڌر جو ٿي رهيو. ١٣ جنوري ١٩٢١ع ۾
گذاري ويو.

ڪين ڪيون ويئون هيون. هن لاءِ عرض ڪيو ويو ته امپيريل ۽ پراونشل ڪائونسلن ۾ چونڊيل ميمبرن جي ڳڻتي وڌي ۽ سپليمينٽري سوال پڇڻ جو حق ڏنو وڃي. لارڊ هارڊنج وائسراءِ کي دهلي ۾ ڀرگولي سبب زخم رسيا، تنهن لئي ڏک ظاهر ڪيو ويو. هن سال ڊ. ساڳياڻي جنرل سيڪريٽري رکيا ويا.

## شري آر. اين. مڌولڪر جي حياتي:-

شري رگهناٿ نرسنگهه مڌولڪر ١٦ مي ١٨٥٧ع تي ڄائو هو. ١٨٧٧ع ۾ ايلفنسٽن ڪاليج جو فيلو ڪيو ويو. ١٨٨٠ ۾ قاعدي قانون جو امتحان پاس ڪيائين. پوءِ ٻن ٻار هي اڪولا پوءِ امراوتيءَ شهر ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. برار ٽريڊنگ لميٽيڊ ڪمپني قائم ڪيائين. "وندرب" اخبار جاري ڪيائين. ١٨٩٥ع ۾ برار ۾ ڏڪر فنڊ قائم ڪيائين ۽ ١٨٩٨ع تائين ان جو سيڪريٽري ٿي رهيو. ١٨٨٨ع ۾ ڪانگريس ۾ شامل ٿيو ١٨٩٠ ۾ ڪانگريس جو ڊيليگيٽ ٿي انگلنڊ ويو. ١٨٩٧ع ۾ امراوتيءَ ۾ ڪانگريس کي ڪوٺ ڏنائين ۽ انهيءَ اجلاس جو سيڪريٽري ٿي، ان کي ڪامياب ڪرايائين. ١٨٩٧ع ۾ ڏڪر فنڊ جاري ڪيائين. ١٨٩٣ ۾ راءِ بهادر ٿيو. ١٨٩٨ع ۾ ڪانگريس جوڙجڪ قاعدي لاءِ سب ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو. ١٩٠٧ع ۾ راءِ پور ۾

# اجلاس ستاويهون

## پرڌان شري آر. اين. مڌولڪر - باڪيپور ١٩١٢ع

"ياد رکڻ کپندو ته سماجڪ، ليک ۽
آتمڪ جاڳرتا بنا سچو يا راجنيتي واڌارو ڏسي
ڪونه سگهندو. جيستائين عام لوڪ اکيان
۾ ڪتا پيا آهن ۽ ڪريلن کي اڇوت ليکيو ٿو
وڃي ۽ جيستائين مائن کي پردي اندر بند ٿو
رکيو وڃي ۽ جيستائين جاتيءَ اندر جاتيون
۽ اپجاتيون پيدا ڪيون پيون وڃن ۽ ويڇا
وڌندا پيا وڃن، تيستائين ڏائين آشي فقط هڪ
سپنو ئي رهندو."

## آر. اين. مڌولڪر

هي اجلاس باڪيپور ۾ ١٩١٢ع ۾ شري آر. اين.
مڌولڪر جي پرڌانپڻي هيٺ ٿيو هو. گذريل سال سڌارا
ڏنا ويا هئا، جنجي ڪهڙنائين دور ڪرڻ لاءِ ڪانگريسين
زور ڀريو هو. ان هوندي به سڌارن جون ڪهڙنايون دور

هاء ڪورٽ جو جج ٿيو هو. ٿو اعلىٰ ولائت لاءِ انگلنڊ
ويو. ١٨٨٧ع ۾ موٽي آيو ڪلڪتي ۾ وڪالت ڪرڻ
لڳو ۽ ساڳئي سال مدراس ڪانگريس اجلاس ۾ حاضر
رهي هڪ زبردست وياکيان ڪيو هئائين. ڪيترا سال
ڪلڪتي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر ٿي رهيو.
١٩٠٨ع ۾ لکنؤ ۾ گڏيل علائقن جي ڪانفرنس جو
پريزيڊنٽ ٿيو. ١٩١١ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس اجلاس
جو پرڌان ٿيو. ١٩١٤ع ۾ بنگال لجسليٽو ڪائونسل جو
ميمبر ٿيو. ١٢ سال نمبر گذاريائين. ١٩١٦ع ۾ لکنو ۾
ڪانگريس اجلاس جي آجيان ڪاميٽيءَ جو چيئرمن
چونڊيو ويو هو. ١٩ نومبر ١٩١٦ع تي هو گذاري ويو.
هن کي پنڊت موتيلعل نهرو آلموڙا جو سڀ کان ڪري
ڪوليندو هو.



# اجلاس چوبھون

## پرڌان پنڊت بشن نارائڻ ڌر—ڪلڪتہ ۱۹۱۱ع

"اسين ڪنھن وقت اعليٰ انسان ھئاسين ۽ اسين وري اعليٰ انسان بڻجاسين. صبر ھمت ۽ خود قرباني ئي ڪُنجي آھي."

### پنڊت بشن نارائڻ ڌر

ھيءُ اجلاس ڪلڪتي ۾ ۱۹۱۱ ۾ پنڊت بشن نارائڻ ڌر جي صدارت ھيٺ ٿيو ھو. ۴۴۶ ڊيليگيٽ آيل ھئا. ھن سال بنگال جو ورھاڱو رد ڪيو ويو ۽ گاديءَ جو ھنڌ ڪلڪتي بدران دھلي ڪيو ويو ھو. ڪانگريس نون اُمنگن وچان ڪني تي ھئي. لوڪمانيہ تلڪ اڃان ماندلي قلعي ۾ بند ھو، جتي ھن کي پيشاب جي بيماري ٿي پيئي ھئي. مھاتما گانديءَ ۽ ٽرانسوال (ڏکڻ آفريڪا) جي ھندستانين کي ھن اجلاس ۾ وڌايون ڏنيون ويئون. ھن سال لاءِ ٻئي جنرل سيڪريٽري ساڳيا رکيا ويا.

### پنڊت بشن نارائڻ ڌر جي جيون:-

ھيءُ ۱۸۶۴ع ۾ ڄائو ھو. ھنجو چاچو پھريون ھندستاني ھو جو ڪلڪتي جي

اُن جي ليجسليٽو ڪائونسل سڀاجها ھن لئي چاھيو ٿه ھو
ٿين سر ان جاين جي وچ ۾ ان رست ڏنهن وڃجي.
جدا چونڊ ڪن ٿي ڪانگريس اعتراض ورتو. ڏکڻ آفريڪا
۾ ستياگرهه هلچل زور ھئي ۽ ھو ڪمڪ ۽ قرباني ۽ سان
پنهنجن حقن لاءِ لڙي رهيا ھئا، ان لاءِ همدردي
ظاھر ڪئي ويئي. هن سال ۾ اڳيان ۾ سيڪريٽري
قائم ڪيا ويا. (انهن سرونلير ويلازارن جي جوڙ
پنجين اجلاس جي بيان ۾ ڏني ويئي آهي.)



# اجلاس پنجويهون

## پرڌان مسٽر وليم ويڊربرن — الله آباد ١٩١٠ع

"انسان جي سهڻ کان ٻاهر ويچاري ڀارت ڏک سٺا آهن. جنگ، وچڙندڙ مرض، ڏڪار، زلزلن ۽ طوفان ڪري ماڻهن ڪهڙو سٺو آهي. پر هاڻي آخر روشنيءَ جو ٿورو نظر اچي رهيو آهي. اميد جاڳي رهي آهي ۽ وقت اچي رهيو آهي، جڏهن اسين قاعدي پرٺي انتظام سان اڳتي وڌون. هاڻ، روشنيءَ ڏانهن منهن ڪري اڳتي وڌو. اميد، ميلاپ ۽ گڏيل ڪوشش سان اڳتي وڌو."

### سر وليم ويڊر برن

هي اجلاس الله آباد ۾ ١٩١٠ ۾ سر وليم ويڊر برن جي صدارت هيٺ ٿيو. ٦٣٦ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن سال لوڪلبورڊن ۽ ميونسپالٽين ۾ جدا چونڊ ڪ عمل ۾ آيا هئا، انڪري ورڇ وار خيال وڌي رهيا هئا. ونهي ۾ گڏيل چونڊ ڪن جو اهڙو ته سنو اثر هو، جو خود

جتان ور لت الڪت لي اعتراض وڌي استيفعا ڏنائين
1919 کان 1918 تائين انڊسٽريل ڪميشن جو ممبر مقرر
ٿي رهيو. 1918 ۾ لوڪمانيه تلڪ ولايت مان واپس ٿي
پهچي ته سڪهين جنهنڪري هو دهليءَ ۾ ڪانگريس
اجلاس جو پرڌان ٿيو. 1919 ۾ بنارس ۾ هندو
يونيورسٽيءَ جو بابو وڌاءِ جنهنجو 1939 تائين وائيس
چئنسيلر ٿي رهيو. 1939 کان اُن جو ريڪٽر ٿي رهيو.
1921 ۾ ستياگره هلچل ۾ ڪڍو بورو ورتائين 1930 ۽ 1933
۾ ٻه ڀيرا جيل ۾ ويو. 1931 ۾ ٻيءَ گول ميز ڪانفرنس
لي عيوضي ٿي ويو. 1932 ۽ 1933 ۾ بندش پيل هن
بي قاعدي ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. 1923،
1924 ۽ 1936 ۾ ٽي ڀيرا هندو مها سڀا جو پرڌان ٿيو.
1934 ۾ ڪانگريس پارليامينٽري بورڊ تان ڪميونل
اوارڊ جي سوال تي مت ڀيدن هئڻ ڪري استيفعا ڏنائين
۽ انڊيپينڊنٽ پارٽي ناهيائين. جلدئي پوءِ پوريءَ سڀ
سڌي واجبيتي هلچل مان نڪري ويو. 1945 ۾ وري
ڪانگريس جو ممبر ٿيو ۽ ديسواسين کي اپيل ڪيائين
ته اسيمبلين جي چونڊن ۾ ڪانگريس اُميدوارن کي
ڪامياب ڪن.



مهاتما گانڌيءَ جي ستياگره هلچل لاءِ فنڊ گڏ ڪيو ويو. ڏکڻ آفريڪا جي ستياگرهين لاءِ ٿاڻا پنجويهه هزار روپيه ڏنا. جنرل سيڪريٽري پڻ اڳيان رهيا.

## پنڊت مدن موهن مالويه جي جيوت:-

هو پنڊت برج ناٿ برهمڻ جي گهر ۱۵ ڊسمبر ۱۸۶۱ ۾ ڄائو هو. سنسڪرت وديا ورتي. بعد ۱۸۸۴ ۾ بي- اي پاس ڪيائين. پوءِ ماستري ڪيائين ۽ پوءِ اخبار نويسيءَ جي ڪم ۾ گهڙيو. پهرين ”هندستان“ ۽ پوءِ ”انڊين يونين“ ايڊيٽر جو ليڊر ٿيو. ”هندو“ هفتيوار ۽ پوءِ ”ليڊر“ اخبار جاري ڪيائين. ۱۸۹۱ ۾ ايل- ايل- بي پاس ڪري وڪالت ڪرڻ لڳو. پوءِ ڪانگريس هلچل ۾ ۱۸۸۶ ڪلڪته ڪانگريس کان ڀاڱو وٺڻ لڳو. ان اجلاس ۾ هڪ بلڪل اثرائتي تقرير ڪئي هئائين. ۱۸۸۸ ۽ ۱۸۹۲ ۾ الله آباد ۾ ٿيل ڪانگريس اجلاسن ۾ پڻ چڱي مدد ڪئي هئائين. ڪيترا سال الله آباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ۽ چيئرمين ٿي ڪم ڪيائين ۱۹۰۶ ۾ ”هندو سماج“ جو پايو وڌائين. ان وقت پليگ جي بيماريءَ وقت سٺي مدد ڪيائين. ۱۹۰۲ کان ۱۹۱۲ تائين پراونشل ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو. ۱۹۰۸ ۾ يو- پي پراونشل ڪانفرنس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۰۹ ۾ لاهور ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۱۰ کان ۱۹۱۹ تائين امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو.

# اجلاس چوويهون

## پرڌان پنڊت مدن موهن مالويه-لاهور ١٩٠٩ع.

"اسان جي ماڻهن جي حالت بلڪل افسوسناڪ آهي. ڪروڙها آدمين کي کائڻ لاءِ پورو کاڌو ۽ پهرڻ لاءِ ڪپڙو ڪونه ٿو ملي. اسان جي سموري شڪتي پنهنجي ديش جي شيوا ۾ لڳڻ گهرجي ۽ انهن لاءِ اهو ڪجهه ڪرڻ گهرجي، جهڙي اسان ڪان ٿي سگهي. ياد رکڻ گهرجي ته هي مسئلو اسين لنڊين پارٽين ۾ ورهائجي سان دور ڪري ڪين سگهنداسين. ايڪتا ۾ ئي اسان جي ملڪ جي خوشنما آئيندي جي اُميد آهي."

### پنڊت مدن موهن مالويه

هي اجلاس ١٩٠٩ ۾ پنڊت مدن موهن مالويه جي پرڌانگيءَ هيٺ لاهور ۾ ٿيو هو. ڊيليگيٽ فقط ٢٤٣ آيل هئا. منٽو مارلي سڌارا جيڪي عمل ۾ آيا هئا، تن تي سخت بحث هلي. سڌارن موجب مذهبن تي بدل جدا چونڊن تي اسان پسندي ظاهر ڪئي وئي ۽ ڪن پرانتن ۾ وڌيڪ سڌارن ڏيڻ لاءِ زور ڀريو ويو.

جو ميمبر ٿيو. ۱۸۹۳ کان ۱۸۹۵ تائين ڪلڪتي يونيورسٽيءَ
جي اا ڪميٽيءَ جو پرڌان چونڊيو ويو. ۱۸۹۶ ۾ سي-
آءِ. اي جو خطاب مليس ۱۹۰۶ ۾ ڪلڪتي ۾ ٻاويهين
ڪانگريس اجلاس جي آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو.
۱۹۰۷ ۾ سورت ۾ ڪانگريس اجلاس جو پريزيڊنٽ
چونڊيو ويو پر گوڙ سبب اجلاس مڪمل ٿيو؛ وري ۱۹۰۸
۾ مدراس ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ڪلڪتي
يونيورسٽيءَ، بنارس جي هندو يونيورسٽيءَ کي لکين
روپيه دان ڏنائين. ۱۹۱۷ ۾ ڪانگريس سفارتسان انگلنڊ
ويو. ۲۸ جنوري ۱۹۲۱ ۾ گذاري ويو.



جنهن ۾ ڊلبگيشن جو اڳواڻ ڪيو ويو هو. ڪانگريس جلسي ۾ ڏنل تقريرن جو ڏڪ ڪانگريس ۾ ايندڙ سڌارن لاءِ مُوشي ظاهر ڪئي ويئي. سوديشي ۽ قومي تعليم جي اُپراڻ لاءِ پاڻي ڪيو ويو. هن بعد مسٽر هيوم جنرل سيڪريٽري جي عهدي تي رهيو. شري ڊي. اي. واڇا ۽ شري ڊي. اي. کبر نئين جنرل سيڪريٽري ڪيا ويا.

## ڊاڪٽر راش بهاري گهوش جي حياتي:-

هو تاريخ ۲۳ ڊسمبر ۱۸۴۵ع ۾ ٻنگال ۾ ڄڻيو گهوش جي گهر ڄائو هو. ۱۸۶۵ع ۾ ڪلڪتي جي پريزيڊنسي ڪاليج مان بي. اي. ۾ پهريون نمبر آيو. هو پهريون هندستاني هو، جنهن انگريزيءَ ۾ ايم اي فرسٽ ڪلاس آنرس ۾ ۱۸۶۶ع ۾ پاس ڪئي. ۱۸۶۷ع ۾ بي. ايل امتحان پاس ڪري هاءِ ڪورٽ جو وڪيل ٿيو. ۱۸۷۱ع ۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جي لاءِ امتحان ۾ سڀني ۾ نمبر کڻي ڪري قاعدي قانون جو پروفيسر مقرر ٿيو. ۱۸۷۷ع ۾ بي. ايل امتحان جو ممتحن مقرر ٿيو. ۱۸۷۹ ۾ يونيورسٽيءَ جو فيلو ٿيو. ۱۸۸۴ ۾ ڊاڪٽر آف لاز جي ڊگري مليس ۽ ۱۸۸۷ ۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر ٿيو، جنهن جاءِ تي ۱۸۸۹ تائين رهيو. ۱۸۸۹ ۾ بنگال ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. ۱۸۹۱ ۽ ۱۸۹۳ ۾ امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل

# ٽيويهون اجلاس

## پرڌان ڊاڪٽر راش بهاري گهوش-سورت ١٩٠٧ع

(مُهمل ڪيو ويو):

"اسان کي خبر آهي ته هن جدوجهد ۾ اسان کي ڪيترئيون هارون سهڻيون پونديون. پر اهي هارون ڪنهن بدناميءَ جو ڪارڻ ڪين ٿينديون. اسان کي وسارڻ نه کپي ته قومي هلچل ۾ ڌيرج سان هلندو هلڻ ئي سڀ آهي؛ قومي جدوجهد زنده رکڻ آخر سڀ ڏيندو."

— ڊاڪٽر راش بهاري گهوش

هي اجلاس ١٩٠٧ع ۾ ڊاڪٽر راش بهاري گهوش جي پرڌانپڻي هيٺ ڪوٺايو ويو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين شري ترڀوونداس. ايم. مالوي هو. اجلاس ڀرپاءِ ناگپور ۾ ڪرڻ جو ويچار هو پر مڪاني زبردست مٽ ڀيد سبب آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ اجلاس ڦيري سورت ۾ ڪوٺايو هو. گرم ڌر وارن تلڪ مهراج ۽ ٻپن چندر پال پاران لالا لجپتراءِ کي پرڌان ڪرڻ

اجلاس ۾ برٽش ٻلت دادا ڀائي ظاهر ڪيو ته "پنهنجو
راڄ (سوراڄ) ئي ملڪ جي دکن جو علاج آهي.
سوراڄ ئي انسان جي آشا، شڪتي ۽ وڏائي آهي."
اهو سوراڄ جو منتر ڀرين ڀرين هن اجلاس ۾ اچاريو ويو.
هن سال ساڳيا تيئي جنرل سيڪريٽري قائم رکيا ويا.
(پوڊان دادا ڀائي نوروجي جي جيوت ٻئي اجلاس
جي بيان ۾ ڏني ويئي آهي.)

# ٻاويهون اجلاس

## پرڌان دادا ڀائي نوروجي - ڪلڪتہ ۱۹۰٦ع

"ڪڏهن به ننڍيءَ خواه وڏيءَ ملڪ ۾
انسان کي آخر سوڌو اوج تي ڪر ڪي اڪيلو
ڪونهي. ڪاڙي به اوسٽا ۽ نا اميدن ڪري
توسط معنيٰ جهڙي به حاصل ٿيو هوندو، سو به
وڃائبو ۽ وري پهر شروع ڪرڻ وڌيڪ مشڪل
ٿي پوندو. انهن جڏن وڏيءَ دلين، تن هر ڪڏهن
اوسٽا موجب انڪري رستا اختيار ڪرڻ گهرجن
پر انسان کي آخر ته اوج تي پهچڻ گهرجي."

دادا ڀائي نوروجي.

هي اجلاس دادا ڀائي نوروجيءَ جي پرڌانگي هيٺ ڪلڪتي ۾ ١٩٠٦ ۾ ٿيو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين ڊاڪٽر راش بهاري گهوش هو. ١٦٦٣ ڊيليگيٽ آيل هئا. قومي ڌر وارن جي زور پڪڙڻ لاءِ بنگال جي ورهاڱي کي سخت ڌڪ رسيو ۽ انڪري عليل بائيڪاٽ هلچل جي پذيرائي ڪئي ويئي. سوديشي ۽ قومي تعليم جي باري ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا ويا هئن.

هيو. هو ڪائونسلن ۾ عام الاءِ خوب لڙيو ۽ وائسراءِ جي
عهدن خلاف زبردست آواز اٿاريائين ۾ ... ڪين رهندو
هو. هن کي "دکن جو اڳواڻ تارو" ڪري ڪوٺيندا
هئا. ۱۹۰۴ ۾ بمبئي ڪانگريس ۾ زبردست لڙيو ڪياءِ
۱۹۰۵ ۾ انگلنڊ ويو، جتي هندستان جي سوال لي پرچار
ڏيهن ۾ ۴۵ لڪچرون ڪياءِ. ساڳئي سال بنارس ۾
ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. اجلاس بعد وري
ڪانگريس جي ڪم سان انگلنڊ ويو. ۱۲ جون تي
سرونٽس آف انڊيا سوسائٽي قائم ڪياءِ. سرڪار کيس
ڪي. سي. آءِ. اي جو خطاب ڏنو. ۱۹۰۸ع ۾ مارلي
منٽو سڌارن جي باري ۾ انگلنڊ ويو. سندس لڪچرون
حقيقتن ۽ دليلن سان ڀريل هونديون هيون. ۱۹۰۷ کان
ارم ڏو چوٽي رهيو. ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هندواسين
جي سوال ۾ چڱو پورو ورتائين ۽ مهاتما گانڌيءَ سان
اوڏانهن ويو. مهاتما کيس راجنيتي گرو ڪري سمجهندو
آهي. ۱۹ فيبروري ۱۹۱۵ ۾ گذاري ويو.



بهندڪار جو سوال چلائي ڏلو ويو. شري گوکلي ڪُني
انگلنڊ ويجي ڪانگريس جون رٿون وسوارن جي ڏيان
لي آنڻ لاء مقرر ڪيو ويو. ٻئي سال ساڳيا ئي انجان
جنرل سڪريٽري مقرر ڪيا ويا.

## شري گوپال ڪرشن گوکلي جي حيوت:-

هو ۹ مئي ۱۸۶۶ع ۾ ڪولهاپور جي برهمڻ گهر ۾
ڄائو هو. ۱۸۸۴ ۾ بمبئيء جي الفنسٽن ڪاليج مان بي.
اي پاس ڪياء. ساڳئي سال دکن ايجوڪيشنل
سوسائٽيء ۾ شامل ٿيو ۽ سوسائٽيء جي فرگوسن ڪاليج ۾
فقط ۷۰ روپيه پگهار لي ٻهراڻ پروفيسر ۽ پوء پرنسيپال
ٿي رهيو. اهـا شيوا سڃا ويهه سال ڪياء. هـو شري
گوولد راناڊي جي اثـر هيٺ آيو جنهن کيس پولي
جي سارونڪ سڀا جو سيڪريٽري ڪيو. سڀا جي
سماهي اخبار جو ايڊيٽر پڻ ٿيو. راناڊي جي چوڻ تي
هندستان جي مالي حڪومت جو سٺو ابياس ڪياء.
۱۸۹۰ واري ڪانگريس اجلاس ۾ لوڻ جي ٽئل جي
خلاف زبردست وياڪيان ڪيائين. ۱۸۹۶ ۾ مسٽر واڇا
سان گڏ ويلبي ڪميشن اڳيان شاهدي ڏيڻ لاء
انگلنڊ ويو. آئي هندستان جي حالت تي ڪيترن تي
تقريرون ڪياء. ۱۸۹۹ ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي
چونڊيو ويو. ۱۹۰۲ ۾ بمبئي امپرئل ليجسليٽو ڪائونسل
۾ چونڊيو ويو ۽ آخر گهڙيء تائين ان جو ميمبر ٿي

## شري لال موهن گهوش جي جيونامه

هو ١٧ ڊسمبر ١٨٤٩ع ۾ ڪرشنا نگر ۾ ڄائو هو.
١٨٦٩ع ۾ بئريسٽريءَ امتحان لاءِ انگلنڊ ويو ۽ ١٨٧٣ع ۾
بئريسٽر ٿي وطن وريو. ١٨٨٠ع ۾ انڊين سول سروس
امتحان جي سڌاري جي تحرڪ جي ڪم سان انڊين
انسوسيئيشن جو ڊيليگيٽ ٿي انگلنڊ ويو. ۴ مارچ ١٨٨٠
۾ پٽني ناني واپس اچڻ لي سني آجيان ٿيس. هندستان
جي ڀلائي جي پرچار لاءِ وري هندستان جو عيوضي ٿي
ولايت ويو ۽ زبردست پرچار ڪيائين. ١٨٨۴ع ۾ موٽي
اچي وڪالت ڪرڻ لڳو. سال ١٩٠٣ع واري مدراس
ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. پوءِ هن ڪانگريس
جو گهڻو ڪم ڪيو ۽ پوءِ ملڪي ميدان ڇڏي ساهتيه
جي ڪم ڪرڻ وڃي لڳو. سنه ايڪ هو. ١٩٠٩ع ۾
ڪلڪتي ۾ گذاري ويو.

# ارڙهون اجلاس

## پرڌان شري سريندرناٿ بئنرجي - احمد آباد ۱۹۰۲ع

"اسين اڄ مسافريءَ جي وچ ۾ آهيون ۽ اسان جي وڏي مسافري پيانڪ رهجي ٿي مان اسان کي انجام ڪيل آستان تي وٺي ملندي. ڪيترا من مسافريءَ ۾ ڪين ڪرندا، ڪي من شاهي ڪوچ ۾ اڳتي ڪريا آهن ۽ مسافريءَ جي ختم ٿيڻ ۽ رات جي اونداهي ختم ٿيڻ روشن لڏين ڏينهن چمڪڻ لاءِ اڄ ڪيترا ڪرندا پر اسان ۾ سڀني ۾ اميد آهي ۽ ايمان لعيجن جي خلاف اميد ۽ وشواس طاقتور آهي ۽ ان سان ئي اسين فتح حاصل ڪنداسين."

سريندرناٿ بئنرجي.

هي اجلاس شري سريندرناٿ بئنرجيءَ جي صدارت ۱۹۰۲ع ۾ احمدآباد ۾ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمين ديوان بهادر امبالال شڪرلال ديساءِ هو. ۴۷۱ ڊيليگيٽ آيل هئا. جنرل سيڪريٽري ٻئي ساڳيا رهيا. (نوٽ: بدلت جي حيثيت ارڙهين اجلاس جي بيان ۾ ڏني وئي آهي.)

## مسٽر دينشا ايدلجي واڇا جي جيوت:-

۲ آگسٽ ۱۸۴۴ ۾ هڪ پارسي گهر ۾ ڄائو هو.
ڪاليج ۾ پوري تعليم وٺڻ بعد ڌنڌي ۾ لڳايو ويس.
ست سال "انڊين اسپيڪٽيٽر" اخبار هلايائين. ميونسپل
سرشتي سان ليڪن لڳ هن کي مشهور ڪيو ۽
ڪارپوريشن ۾ گهڙيو. ٽيهه سال ميمبر ۽ پوءِ پرڌان به
ٿيو. سڄا ۴۵ سال مل اونرس انسوسيئيشن جو ميمبر ٿي
رهيو. ۱۸۹۸ کان ۱۹۱۹ تائين امپروومينٽ ٽرسٽ جو
ميمبر ٿي رهيو. ڪانگريس ۾ شروعات کان ٻهرو
ولندو رهيو ۱۸۹۶ کان ۱۹۱۳ تائين ڪانگريس جو جائنٽ
جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. ۱۸۹۵ ۾ بيلگام پراونشل
ڪانفرنس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۰۱ ۾ ڪلڪتي ڪانگريس
اجلاس جو پرڌان ٿيو. ۱۸۹۵ کان ۱۹۱۵ تائين بمبئي
پريزيڊنسي انسوسيئيشن جو سيڪريٽري ۽ ۱۹۱۵ کان
۱۹۱۸ تائين پرڌان ٿي رهيو. ۱۹۱۵-۱۹۱۶ ۾ بمبئي ليجسليٽو
ڪائونسل جو ميمبر ٿي رهيو. ۱۹۲۰ ۾ امپيريل بئنڪ
آف انڊيا جو گورنر ٿيو. ۱۹۱۸ کانپوءِ ڪانگريس ڇڏي
ويو. ۱۹۱۹ کان ۱۹۲۷ تائين ويسٽرن انڊيا لبرل انسوسيئيشن
جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. ۱۹۲۲ ۾ بمبئي پراونشل لبرل
ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ۱۹۲۰ کان ڪائونسل آف
اسٽيٽ جو ميمبر ٿي رهيو. نرم ڌر جو هو. سرڪار نائيٽ
خطاب ڏنس. ۱۸ فيبروري ۱۹۳۶ ۾ گذاري ويو.

---

ڪيو ويو. پڪو برهمو سماجي هو. ۱۸۹۶ ۾ مدراس هندو
سوشل رفارم انسوسيئيشن جي ساليان انسي جو ۽
ڪراچيءَ ۾ پراونشل ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ۱۸۹۷
۾ يونيورسٽيءَ پاران بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل لاءِ
چونڊيو ويو. ٻيهر ۱۸۹۹ ۾ به چونڊيو. ۱۹۰۰ ۾ لاهور
ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۰۱ ۾ بمبئي هاءِ
ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو. ۱۹۰۹ ۾ چيف جسٽس
ٿي رهيو. ۱۹۱۰ ۾ دهلي دربار وقت وائسراءِ جي
مهمانيءَ جي نيڊ ملي هئس. ساڳئي سال نائيٽ جو
خطاب مليس. ۱۹۱۴ ۾ اندور جو ديوان ٿيو ۽ بمبئي
يونيورسٽيءَ جو وائيس چئنسيلر مقرر ٿيو. مانٽيگو
چيلمسفورڊ سڌارا قبول ڪياءِ ۽ بمبئي ليجسليٽو
ڪائونسل جو پهريون پريزيڊنٽ ٿيو. پڪتي سڌارڪ
هو. بئنگلور ۾ مئي ۱۹۲۳ ۾ گذاري ويو.



# سورهون اجلاس

## پرڏان شري اين- جي- چنداورڪر- لاهور ١٩٠٠ع

"هن ملڪ ۾ حڪومت جو خرچ بلڪل وڌي ويو آهي. قوم جي آئتي بنهه بند ٿي ويئي آهي پر خرچ ڏينهون ڏاڪا پيو وڌندو."

اين- جي- چنداورڪر.

هي اجلاس لاهور ۾ سال ١٩٠٠ ۾ شري نارائڻ گڻيش چنداورڪر جي صدارت هيٺ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري راءِ ڪالي پرساد راءِ بهادر هو. ٥٦٧ ڊيليگيٽ آيل هئا. جنرل سيڪريٽري ٽي ساڳيا رهيا.

### شري نارائڻ گڻيش چنداورڪر جي جيوت-

هي ١٨٥٥ ۾ ڄائو. ١٨٧٧ ۾ گريجوئيٽ ٿيو ۽ اخبار نويسيءَ ۾ گهڙيو. ١٨٧٨ کان ١٨٨٩ تائين "اندو پرڪاش" جو ايڊيٽر ٿي رهيو. وڪالت جو امتحان ڪري ١٨٨١ ۾ اهو پاس ڪيائين ۽ ڪامياب وڪيل ٿيو. ١٨٨٥ ۾ ڪانگريس ڊيپوٽيشن سان انگلنڊ ويو. ١٨٨٦ ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جو فيلو ٿيو ۽ ١٨٨٩ جسٽس آف پيس

انگلنڊ ۾ وڃي رهيو. ١٨٩٨ع ۾ هن راماڻ ۽ مهاڀارت ۾ سنسڪرت ڪاويه انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پڌرا ڪيا. ساڳئي سال لنڊن يونيورسٽيءَ ڪيس انڊين هسٽريءَ جو پروفيسر ڪري رکيو. ١٨٩٩ع ۾ لکنو ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ١٩٠٠ع ۾ وري انگلنڊ ويو ۽ وڃي هندستان جي ڀلي جو ڪم ڪرڻ لڳو. ١٩٠٢ع ۾ سي. آءِ. اي جو خطاب مليس. ١٩٠٤ع ۾ هندستان موٽيو. پهرين ٻڙودي جو روينيو وزير ۽ پوءِ ديوان ٿيو. ١٩٠٧ع ۾ رايل ڪميشن جو ميمبر ٿيو. مارلي سڌارن ناهڻ لاءِ هن پنهنجون خدمتون لارڊ مارليءَ حوالي ڪيون هيون. نرم ڌر جو هو. ٣٠ نومبر ١٩٠٩ع ۾ گذاري ويو.



بند ڪئي، خرچ گھٽائي، ٻولون گھٽايون ويون ۽ مڪاني هنر وڌايا ويا. عدول سيڪريٽري بڻي ساڳيا ڪيا ويا.

## شري روميش چندر دت جي جيوتي:-

هو ڪلڪتي ۾ ١٣ آگسٽ ١٨٤٨ع ۾ ڄائو هو. پريزيڊنسي ڪاليج مان تعليم وٺي ١٨٦٨ع ۾ انگلنڊ ويو ۽ يونيورسٽي ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳو. ١٨٦٩ع ۾ اوپن ڪامپيٽيشن سول سروس ۾ ٽيون نمبر آيو ۽ بار ۾ داخل ٿيو. ١٨٧١ع ۾ فرانس، جرمني، سئٽزرلينڊ ۽ اٽليءَ مان گهمندو هندستان موٽي آيو. ١٨٧١ع کان ١٨٨٣ع تائين جونئر عملدار ٿي نوڪري ڪيائين. ١٨٧٤ع ۾ بينگال جي ڏڪر وقت چڱو ڪم ڪيائين. ١٨٧٥ع ۾ بنگال ۾ ڪيتريءَ ئي ڪتاب پڌرو ڪيائين. ١٨٨٣ع ۾ ڊسٽرڪٽ آفيسر مقرر ڪيو ويو. ١٨٩٤ع ۾ بردوان جو ڊويزنل ڪمشنر ٿيو، جا جڳهه هي يورپين ٿي هندستاني شي جهڙڪي ملي هئي. ١٨٩٧ع ۾ اوڙيسا جو ڊويزنل ڪمشنر ٿيو، جنهن بعد هن استيعفا ڏني. هن جو ساهتيه سان چڱو چاهه هو. ١٨٧٧ع ۾ ”بنگالي ساهتيه جو اهاس“ ڪتاب لکي پڌرو ڪيائين. ١٨٨٦ع ۾ رگ ويد جو ترجمو ڪري ڇپايائين. ١٨٨٩ع ۾ براهمڻ ڀارت ۾ سڀيتا جو اهاس ڪتاب پڌرو ڪيائين. بيا به ڪيترا بنگاليءَ ۾ ڪتاب لکيائين. ١٨٩٧ کان ١٨٩٩ع تائين

انگلنڊ ۾ وڃي رهيو. ١٨٩٨ع ۾ هن راماڻ ۽ مهاڀارت ۾ سنسڪرت ڪاويه انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري پڌرا ڪيا. ساڳئي سال لنڊن يونيورسٽيءَ ڪيس انڊين هسٽريءَ جو پروفيسر ڪري رکيو. ١٨٩٩ع ۾ لکنو ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ١٩٠٠ع ۾ وري انگلنڊ ويو ۽ وڃي هندستان جي ڀلي جو ڪم ڪرڻ لڳو. ١٩٠٢ع ۾ سي. آءِ. اي جو خطاب مليس. ١٩٠٤ع ۾ هندستان موٽيو. ڀرين ٻڙودي جو روينيو وزير ۽ پوءِ ديوان بڻيو. ١٩٠٧ع ۾ رايل ڪميشن جو ميمبر ٿيو. مارلي سڌارن ناهڻ لاءِ هن پنهنجون خدمتون لارڊ مارلي حوالي ڪيون هيون. نرم ڌر جو هو. ٣٠ نومبر ١٩٠٩ع ۾ گذاري ويو.



بند وکي، طرح گهٽائي، ٻولن گهٽايون وڃن ۽ مڪاني هنر وڌايا وڃن. جنرل سيڪريٽري ٿي ساڳيا وکيا ويا.

## شري رومیش چندر دت جي حيات:-

هو ڪلڪتي ۾ ۱۳ آگسٽ ۱۸۴۸ع ۾ ڄائو هو. پريزيڊنسي ڪاليج مان تعليم وٺي ۱۸۶۸ع ۾ انگلنڊ ويو ۽ يونيورسٽي ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳو. ۱۸۶۹ع ۾ اوپن ڪامپيٽيٽو سول سروس ۾ ٽئين نمبر آيو ۽ بار ۾ داخل ٿيو. ۱۸۷۱ع ۾ فرانس، جرمني، سئٽزرلنڊ ۽ اٽلي مان ٿيندو هندستان موٽي آيو. ۱۸۷۱ع کان ۱۸۸۳ع تائين جونئر عملدار ٿي نوڪري ڪيائين. ۱۸۷۴ع ۾ بينگال جي ڏڪر وقت چڱو ڪم ڪيائين. ۱۸۷۵ع ۾ بنگال ۾ ڪيتريءَ ئي ڪتاب پڌرو ڪيائين. ۱۸۸۳ع ۾ ڊسٽرڪٽ آفيسر مقرر ڪيو ويو. ۱۸۹۴ع ۾ بردوان جو ڊويزنل ڪمشنر ٿيو، جا جڳهه هن کان اڳ ڪنهن ٻي هندستاني هو جهڙڪي ملي هئي. ۱۸۹۷ع ۾ اوڙيسا جو ڊويزنل ڪمشنر ٿيو. جنهن بعد هن استيعفا ڏني. هن جو ساهتيه سان چڱو چاهه هو. ۱۸۷۷ع ۾ ”بنگالي ساهتيه جو اتهاس“ ڪتاب لکي پڌرو ڪيائين. ۱۸۸۶ع ۾ رگ ويد جو ترجمو ڪري ڇپايائين. ۱۸۸۹ع ۾ پراچين ڀارت ۾ سڀتا جو اتهاس ڪتاب پڌرو ڪيائين. ٻيا به ڪيترا بنگاليءَ ۾ ڪتاب لکيائين. ۱۸۹۷ کان ۱۸۹۹ع تائين

# پندرھون اجلاس

## ...رڏان شري روميش چندر دت — لکنؤ ۱۸۹۹ع

”کي ھارڻ نين ڏينن جي سوين ڪاڻ
...و ڏيک شاندار آھن ۽ اسان جھڪا ھار ڪاڪي آھي،
...سا اسان جون دليون طاقتور بڻائينديون، اسان
...جون اُميدون تازيون ڪنديون ۽ اِين ڪوششن
...لاء اسان جا ھٿ طاقتور ڪنديون.“
روميش چندر دت.

ھي اجلاس لکنؤ ۾ شري روميش چندر دت جي پرڌانپڻي ھيٺ ۱۸۹۹ع ۾ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن بابو بنسيلال سنگھ ھو. ۷۳۹ ڊيليگيٽ آيل ھئا. سرڪار جو سرڪيولر ته مددي سنستائن جا ماستر راجنيتيءَ ۾ حصو نه وٺن ۽ عام ميٽنگن ۾ شامل نه ٿين، تنھن تي اعتراض ورتو ويو. لالا لجپتراء جي زور ڏيڻ تي تعليمي ۽ ھنري ترقيءَ لاءِ ويچار ڪرڻ لاءِ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي. ڏڪر جي باري ۾ ويچار ڪري سرڪار تي زور ڀريو ويو ته پيسي جو وھڪرو

جرمنيءَ ويو ۽ تندرستيءَ سڌارڻ لاءِ انگلنڊ وڃي
هندستان جي حالتن جي باري ۾ ليڪچر ڪيائين. اُن
موقعي تي ١٨٩٨ع ۾ مدراس ڪانگريس اجلاس جو
پريزيڊنٽ ٿيو. ڪيشب چندر سين جي برهمو سماج
ڇڏي، ٽئين برهمو سماج ۾ شامل ٿيو ۽ ڪيترا سال اُن
جو پرڌان ٿي رهيو. تندرستي ڏهي پيئي. بيمار هوندي
بنگال يونيورسٽيءَ جي سنڌ لي بستر ڇڏي فيڊريشن
هال جو بنيادي پٿر رکڻ جي رسم ادا ڪيائين. صحت
۾ ئي خراب حالت ٿي پيئي ۽ پوءِ جلد ئي ١٩٠٦ع ۾
گذاري ويو.

# شري آنند موهن بوس جي جيوت:-

هو ١٨٤٦ ۾ بنگال جي ميمنسنگھ ضلعي ۾ ڄائو هو. ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جا اينٽرس، ايف. اي، بي. اي ۽ ايم. اي سڀ امتحان پهرين نمبر ۾ پاس ڪياءِ، جنهنڪري ڏهن هزارن واري رائچند اسڪالرشپ مليس. انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ٿورو وقت پروفيسر ٿي رهيو. ڪيشب چندر سين جي اثر هيٺ ١٨٦٩ ۾ برهمو سماجي ٿيو ۽ ١٨٧٠ ۾ ساڻس گڏ انگلنڊ ويو. اتي ڪيمبرج ڪرائيسٽ ڪاليج ۾ حسابي ڪمن ۾ تعليم وٺڻ لڳو. ڪيمبرج يونين جو پهرين ميمبر ۽ پوءِ پريزيڊنٽ ٿيو. ٽي سال تعليم ورتائين. رئنگلرس ۾ مٿيون نمبر حاصل ڪياءِ ۽ بئريسٽريءَ جي ڊگري وٺي ١٨٧٤ ۾ هندستان موٽيو. ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ ۾ بئريسٽري ڪرڻ لڳو ۽ زبردست ڪمائي ٿيڻ لڳس. ١٨٨٠ ۾ ڪلڪتي ۾ سٽي هاءِ اسڪول برپا ڪياءِ. ڇوڪرين لاءِ ودياليه ۾ ڪولياءِ، جو پوءِ بيٿيون ڪاليج سان گڏيو ويو. ١٨٨٢ ۾ لارڊ رپن کيس ايجوڪيشن ڪميشن جو ميمبر مقرر ڪيو پر هن انڪار ڪيو. ١٨٩٥ ۾ يونيورسٽيءَ پاران بنگال ليجسليٽو ڪائونسل ٿي چونڊيو ويو. ڪانگريس جي برپا ٿيڻ کان وٺي اُن ۾ دلچسپي وٺندو هو پر بيمار هجڻ سبب فقط ڪلڪتي ۾ ٿيندڙ ڪانگريس اجلاسن ۾ شامل ٿيندو هو. ١٨٩٧ ۾ عهدي جي سرداري لاءِ

# چوڏهون اجلاس

## پرڌان شري آنند موهن بوس - مدراس ١٨٩٨ع

"ڇا ڀارت زندهه قوم ڪين بڻبو؟ ڪڏهن
سندس اڳيون شان مان ماضيءَ جي ياد ڪيري ٿي:
رهندي يا اهو ميڪر وري اسان اڳيان
حقيقت ٿي بيهندو؟ ان جو جواب اسان، اسان
جي ڪوشش، اسان جي زندگين ۽ قربانين
تي ٿي مدار رکي."

**آنند موهن بوس.**

هيءُ اجلاس مدراس ۾ ١٨٩٨ ۾ شري آنند موهن بوس جي پرڌانگيءَ هيٺ ٿيو هو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري اين. سبا راءِ هو. ٦١٤ ڊيليگيٽ آيل هئا. ان اجلاس ۾ ڪانگريس جي آئين سر سڌارن جوڙجڪ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي. جنرل سيڪريٽري ساڳيا رکيا ويا.

# شري آنند موهن بوس جي جيوت:-

هو ١٨٤٦ ۾ بنگال جي ميمنسنگ ضلعي ۾ ڄائو
ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جا انٽرس، ايف. اي، بي
اي ۽ ايم. اي سڀ امتحان پهرين نمبر بيهي پاس
ڪياءِ، جنهن ڪري ڏهن هزارن واري رائچند اسڪالرشپ
مليس. انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ٿورو وقت پروفيسر ٿي
رهيو. ڪيشب چندر سين جي اثر هيٺ ١٨٦٩ ۾
برهمو سماجي ٿيو ۽ ١٨٧٠ ۾ ساٿس گڏ انگلينڊ ويو.
اتي ڪيمبرج ڪرائيسٽ ڪاليج ۾ حسابي ڪمن ۾
تعليم وٺڻ لڳو. ڪيمبرج يونين جو پهرين ميمبر ۽ پوءِ
پريزيڊنٽ ٿيو. ٽي سال تعليم ورتائين. رينگلرس ۾
ستيون نمبر حاصل ڪياءِ ۽ بئريسٽريءَ جي ڊگري
ورتي ١٨٧٤ ۾ هندستان موٽيو. ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ
۾ بئريسٽري ڪرڻ لڳو ۽ زبردست ڪمائي ٿيڻ لڳس.
١٨٨٠ ۾ ڪلڪتي ۾ سٽي هاءِ سڪول برپا ڪياءِ.
ڇوڪرين لاءِ وديالا به کولياءِ، جو پوءِ بيٿيون ڪاليج
سان گڏيو ويو. ١٨٨٢ ۾ لارڊ رپن کيس ايجوڪيشن
ڪميشن جو پردان مقرر ڪيو پر هن انڪار ڪيو. ١٨٩٥
۾ يونيورسٽيءَ پاران بنگال ليجسليٽو ڪائونسل تي
چونڊيو ويو. ڪانگريس جي ٻڌا ٿيڻ کان وٺي اُن ۾
دلچسپي وٺندو هو پر بيمار هئڻ سبب فقط
ڪلڪتي ۾ ٿيندڙ ڪانگريس اجلاسن ۾ شامل
ٿيندو هو. ١٨٩٧ ۾ صحت جي سڌاري لاءِ

# چوڏهون اجلاس

## پرڌان شري آنند موهن بوس- مدراس ١٨٩٨ع

”ڇا ڀارت زندهه قوم ڪين بڻبو؟ ڪيترن سدس اڳيون شان مان ماضيءَ جي ياد ڪيون ٿي. رهندي يا اهو هيڪر وري اسان اڳيان حلهيلات ٿي بيهندو؟ ان جو جواب اسان، اسان جي ڪوششن، اسان جي زندگين ۽ قربانين تي ئي مدار تو رکي.“

**آنند موهن بوس.**

هيءُ اجلاس مدراس ۾ ١٨٩٨ ۾ شري آنند موهن بوس جي پرڌانگيءَ هيٺ ٿيو هو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن شري اين. سيا راءِ هو. ٦١٤ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس ۾ ڪانگريس جي لکڻ سر سڌارڻ جو ڄڪ لاهڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي. جدول سبڪريٽري ساڳيا رکيا ويا.

## سري سي. شنڪرن نائر جي جيوت.

۱۱ جولاءِ ۱۸۵۷ ۾ ڄائو هو. ۱۸۸۰ ۾ هاءِ ڪورٽ جو وڪيل ٿيو. اخبار نويسيءَ ۾ دلچسپي هئڻ ڪري "مدراس لا جرنل" سان به ڳنڍيل رهيو. ڏاڍو سنڌ نام ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو. ۱۸۹۹ ۾ مدراس يونيورسٽيءَ جو فيلو بڻيو. ۱۸۹۰ ۾ مدراس ليجسليٽو ڪائونسل تي ٺاڻيو ويو. ۱۸۹۷ ۾ امراوتيءَ ۾ ڪانگريس اجلاس جو پردان ٿيو. ۱۹۰۷ ۾ ائڊووڪيٽ جنرل ٿيو. ۱۹۰۸ ۾ مدراس هاءِ ڪورٽ جو ڄڪو جج مقرر ٿيو. ساڳئي سال نئشنل سوشل ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ۱۹۱۵ ۾ وائيسرايڪل ايگزيڪيوٽو ڪانفرنس جو ايڊيوڪيشن ميمبر مقرر ڪيو ويو. ۱۹۱۹ ۾ پنجاب جي

# تيرهون اجلاس

## پرڌان شري سي. شنڪرن نائر — امراوتي ١٨٩٧ع

”سالن کان ڌارين راڄ هيٺ رهڻ ۽ تابعداريءَ پارئيس، قوم هي شڪي انسان ڪري ڇڏي آهي ۽ سندس آتم ۽ اعليٰ شان لٽي ڇڏيو آهي. جيڪڏهين ڀارت وري ڪجهه ڀالاري سکڻندو تہ اهو پڙهيلن جي اوچ انساني تعليم يافتن ۽ روشن دماغ ٻترن ڪري ٿي. اهو تہ پڙهيلن جي جوابداري محسوس ڪري ۽ پڙهيلن ملڪ ڦرالهن وفاداري ڌاري ان جو شاندار آئينده بڻايون.“

### سي شنڪرن نائر.

هي اجلاس امراوتيءَ ۾ ١٨٩٧ع ۾ شري سي. شنڪرن نائر جي پرڌانگيءَ هيٺ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو ... شري جي. ايس. ڪاپرڊي هو. ٦٩٢ ڊيليگيٽ هئا. لوڪمانيہ تلڪ جي سزايابيءَ هن اجلاس ۾ ... ٽاءِ ۽ دکہ پيدا ڪيو هو. جنرل سيڪريٽري ٻئي ساڳيا ڪيا ويا.

# مسٽر رحمت الله سياڻيءَ جي جيوت:-

هيءُ ٥ اپريل ١٨٤٧ع بمبئيءَ ۾ ڄائو هو. ١٨٦٦ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي ايم- اي پاس ڪيائين. ١٨٧٠ ۾ ايل - ايل- بي پاس ڪيائين ۽ ساڳئي سال ني جسٽس آف پيس ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جو فيلو مقرر ٿيو، ۽ پوءِ سنڊيڪيٽ جو ميمبر ٿيو. ١٨٧٦ع ۾ بمبئي ڪارپوريشن ۾ چونڊجي ويو. انجمن اسلام جو پهريون سيڪريٽري ۽ پوءِ وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. ١٨٨٥ع ۾ بمبئيءَ جو پهريون مسلمان شيرف ٿيو. ١٨٨٨ع ۾ بمبئي ڪارپوريشن جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. ساڳئي سال بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر ٿيو. ١٨٩٣ع ۾ احمدآباد ۾ پراونشل ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ١٨٩٦ع ۾ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس اجلاس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ساڳئي سال امپيريل ليجسليٽو ڪائونسل لي چونڊيو ويو. ڪوچن ۾ پهريون زبردست سماج سڌارڪ ۽ پهريون اعليٰ تعليم وندڙ هو- ٤ جون ١٩٠٢ع ۾ گذاري ويو.

# ٻارهون اجلاس

پرڌان مسٽر رحمت الله سياڻي- ڪلڪتو ١٨٩٦ع

"ڪانگريس جي قائم ٿيڻ کان پارٽ جي راجنيتي ٿوارنج ۾ ڪ نئون زمانو شروع ٿيو آهي. ۽ ڪن-لن جي ڪذرڻ سان ملڪ ۾ ٿورن شخصن مان وڌي سڀني تعليم يافتن تائين پهتي آهي ۽ عام لوڪن ۾ بہ بي آرامي پيدا ڪري رهي آهي ۽ اڳتي آئينده جي رهنمائي ڪري رهي آهي."

رحمت الله محمد سياڻي.

هي اجلاس ڪلڪتي ۾ مسٽر رحمت الله ايم. سياڻيءَ جي زير صدارت ١٨٩٦ع ۾ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمين سر روميش چندر مترهو. ٧٨٤ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن سال پليگ ملڪ ۾ پهرين پهرين ملهن ڪئي هو ۽ ڏڪر بہ پيو هو، ان سوال هن اجلاس جو چڱو ڌيان ڇڪايو هو. هن سال د اڳيان تي جنرل سيڪريٽري ڪيا ويا.

ڪئي هو انگلنڊ ويو. ١٨٩٣ ۾ هن نئين ميونسپل ائڪٽ تي اعتراض ونئي ميونسپل ميمبريءَ جي استيعفا ڏني ساڳئي سال بينگال ليجسليٽو ڪائونسل جي ميمبر چونڊيو ويو. ١٨٩٥ ۾ ڪيس پوني ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ڪيو ويو. ١٨٩٦، ١٨٩٨ ۽ ١٩٠٠ ۾ به بينگال ليجسليٽو ڪائونسل جي ميمبر چونڊيو ويو. ١٩٠٢ ۾ ٻيو احمدآباد ڪانگريس جو پرڌان ڪيو ويس. بنگالي جي ورهاڱي خلاف هوندي به ٻهشڪار هلچل کي قبول ڪين ڪيائين. ١٩٠٧ ۾ سورت ڪانگريس وقت نرم ڌر وارن سان شامل ٿيو. مانٽيگو چيلمسفورڊ سڌارا قبول ڪيائين ۽ وزير ٿيو. ١٩٢١ ۾ نائيٽ جو خطاب مليس. ١٩٢٣ ۾ ڪلڪته ميونسپل ائڪٽ ناهيائين جو پاس ٿيو. چونڊن ۾ سوراج ڌر وارن کان هار کاڌائين. ٦ آگسٽ ١٩٢٥ ۾ گذاري ويو.

## شري سرينڊرناٿ بئنرجيءَ جي جيوت:-

هن جو ڪلڪتي ۾ درگا چرن برهمڻ جي گهر ۾ سال ۱۸۴۸ ۾ جنم ٿيو هو. ۱۸۶۸ ۾ ڊووٽن ڪاليج مان گرئجوئيٽ ٿي نڪتو. ساڳئي سال انگلنڊ ويو ۽ ۱۸۶۹ ۾ آء. سي. ايس امتحان ۾ ڪامياب ٿيو. ۱۸۷۱ ۾ سلهيٽ جو مئجسٽريٽ ۽ ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو. ٽن سالن بعد جسٽس لهمتن هيٺ ڪميشن نوڪريءَ مان ڊسمس ڪيو ويو. ۱۸۷۶ ۾ ميٽروپوليٽن جو پروفيسر ٿيو. ساڳئي سال ڪلڪتي ڪارپوريشن جو ميمبر چونڊيو ويو، جتي سانده ٽنويهه سال ميمبر ٿي رهيو. ۲۶ جولاء تي ساڳئي سال ڪلڪتي جي انڊين انسوسئيشن جو پايو وڌائين ۽ ڪيترا سال اُن جو سيڪريٽري ٿي رهيو. ۱۸۸۱ ۾ ڦري چرچ ڪاليج مان لاڳاپا ڇڏيائين. ۱۸۸۲ ۾ پنهنجو اسڪول کوليائين جو ستن سالن بعد وڏي ريپن ڪاليج جي نالي سان مشهور ٿيو. شري اميش چندر بئنرجيءَ جي "بنگالي" اخبار جون واڳون وٺي روزاني ڪري ڇڏيائين. "آمريت بازار" تي سخت ٽيڪا ڪرڻ سبب ۾ سال جيل ڏنو ويس. جيل مان آزاد ٿيڻ تي آل هندستان جو دؤرو ڪيائين. ديش واسين سندس ڀلو ستڪار ڪيو. ۱۹۰۸ ۾ امپيريل پريس ڪانفرنس تي هندستان جو عيوضي ٿي ويو. پهرين ڪانگريس اجلاس جيڪو ممبئيءَ ۾ ٿيو هو، تنهن ۾ سندس اپيل تي ست هزار روپيه اُڳاڙيا ويا. ۱۸۹۰ ۾ ڪانگريس سڀاپت سان

دلچسپي ولندو هو. هو برٽش هائوس آف ڪامنس جو ميمبر هو. اُن وقت دادا ڀائي ۽ اميش چندر بئنرجي پارليامينٽ جي ميمبرن جو سهڪار هئڻ ڪري هندستان کي ان مان وڏو فائدو رسيو. مسٽر آلفريڊ ويب

هنا ۽ انهن جي زور وٺڻ تي مسٽر آلفريڊ هندستان ۾ آيو ۽ مدراس ۾ ٿيڻ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ان بعد هو گهڻي قدر آئرلينڊ جي جدوجهد ۾ مشغول رهيو، ان هوندي به ١٩٠٠ ۾ ڪيس آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي جو ميمبر چونڊيو ويو هو. هو ١٩٠٨ ۾ گذاري ويو.



# ڏهون اجلاس

## پرڌان مسٽر آلفريڊ ويب-مدراس ١٨٩٤ع

”اوهان کي وقتي لاءِ اُميدن ۽ ڪن جي بي وفائين ڪري ڏکوئي وڃڻ لاءِ گهر جي. اسان کي وشواس آهي ته سيني طوفانن ۽ ڪڪرن جي وچ مان آخر جو ڄڪو آزاد ڪيءَ جو سورج پرتو ۽ لاپدائڪ تجلي سان اوهان جي ديش مٿان چمڪندو.“

### آلفريڊ ويب.

هيءُ اجلاس آئرش مسٽر آلفريڊ ويب جي پرڌانپڻي هيٺ ١٨٩٤ ۾ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمين پنڊت رانگهيا نئڊو هو. ١١٦٣ ڊيليگيٽ آيل هئا. جنرل سيڪريٽري مسٽر هيوم ٿيو.

### مسٽر آلفريڊ ويب جي جيوت:-

هو آئرش گهر ۾ ڄائو هو، انڪري سندس همدردي پنهنجي ملڪ آئرلنڊ سان گڏ ٻين ستايل ملڪن سان رهندي هئي ۽ انڪري هندستان جي سوال ۾ اُن

# اٺون اجلاس

## پرڌان شري اُمِيش چندر — الهآباد ١٨٩٢ع

"هندستاني حڪومت جي هڪ وڏي خرابي اها آهي، جو اسان جا راڄ هلائيندڙ ڀينهنجن ويڪن کان ٻاهر ڪنهن سان به جوابدار ڪين آهن."

## اُميش چندر بئنرجي.

هي اجلاس الهآباد ۾ شري اُميش چندر بئنرجيءَ جي پرڌانپڻي هيٺ ١٨٩٢ع ۾ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن پنڊت وشمبر ناٿ هو. سوا ڇهه سؤ ڊيليگيٽ شامل ٿيا هئا. هن سال لارڊ ڪراس جو انڊين ڪائونسلس جو ائڪٽ بحال ڪيو ويو هو، تنهن لاءِ هن جاتايو ته اهو ماڻهن کي پنهنجي عيوضين چونڊڻ جو پورو حق نٿو ڏئي. هن سال مسٽر هيوم سان گڏ پنڊت آنند چارلوءَ کي به جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.

(پريزيڊنٽ شري اُميش چندر بئنرجيءَ جي جيوت پهرئين اجلاس جي بيان ۾ ڏني ويئي آهي.)



بهاونن جي للز جاري ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿيڻ لڳي، تڏهن هن ان جي خلاف زبردست آواز ڪڍيو ڪيو. هن بهوڻي ڪانگريس وقت ٿي هندستيڪريٽريءَ جي ڪائونسل داهي ڇڏڻ جو ٺهراءُ پيش ڪيو هو. ۱۸۰۱ع ۾ ڪائونسل ۾ چونڊ جي رواج جاري نه ڪرڻ تي هن ڏک ظاهر ڪيو، پبلڪ سروس ڪميشن جي رپورٽ تي به ناراضپو ڏيکاريائين. اهيءَ سال ٿي ناگپور ۾ ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ۱۹۰٦ع ۾ سوديشيءَ جي ٺهراءُ جي پنيراڻي ڪيائين. مدراس پرانتڪ سڀا جي مدورا اجلاس ۾ پرڌان ٿيو. تيلگو ساهتيه جي وڏي سيوا ڪيائين. سنسڪرت جو پارپي پنڊت هو. ۱۸۸۷ ۾ ڪيس راءِ بهادر ۽ ۱۸۹۷ع ۾ سي. آءِ. اي جا خطاب عطا ٿيا. زبردست پڪتي سڌارڪ هو. ۲۸ نومبر۱۹۰۸ع ۾ گذاري ويو.



مهل ڪيو ويو. ڪانگريس جي برٽش ڪميٽيءَ واسطي
چاليهه هزار روپيه بحال ڪيا ويا ۽ دادا ڀائيءَ ۽ سر وليم
ويڊربرن جي شيوائن لاءِ سعدن ٿورا مڃيا ويا. ٽئين
سال لاءِ مسٽر هيوم سان گڏ پنڊت اجوڌيا ناٿ کي
جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.

## پنڊت آنند چارلوءَ جي جيوت:-

هن جو جنم وڪل پيت ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ ١٨٤٣ ۾
ٿيو هو. مدراس جي يونيورسٽي ڪاليج مان بي-اي
پاس ڪرڻ بعد ١٨٦٩ع ۾ وڪالت پاس ڪيائين.
وڪالت ۾ چڱو نالو ڪڍيائين ۽ انهين کان ٿي ديش
شيوا جي ڪمن ۾ حصو وٺڻ لڳو. ١٨٧٤ع ۾ ميونسپل
بل جي سخت مخالفت ڪرڻ سبب سعدس نالو سڄي
پرانت ۾ وڃي ويو. ١٨٧٨ع ۾ نيٽو انوسيئيشن قائم
ڪيائين. "هندو" انگريزي اخبار جي هلائڻ ۾ ٻ-
سعدس هٿ هو. مدراس جي مهاجن سڀا قائم ڪيائين
ڪيترا سال انجو سيڪريٽري ٿي رهيو. ١٨٨٤ع ۾
دراس ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ويهه سال
جو ميمبر ٿي رهيو. ١٨٨٥ع ۾ بمبئي ڪانگريس
پهرئين اجلاس ۾ ڊيليگيٽ ٿي ويو ۽ انهين کان
ي ڪٽر ڪانگريسي ٿي رهيو. ١٨٩٥ع ۾ امپيريل
ليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ١٩٠٢ع تائين
و ميمبر ٿي رهيو. اُتي هن سرڪار جي گهاتڪ
جي سخت مخالفت ڪئي ۽ ١٨٩٨ع ۾ جڏهين



سر ولیم ویڈر برن
[۱۸۸۹-۱۹۱۰ء]



سر فیروز شاہ مہتا
[۱۹۰۱ء]



پنڈت آنند چارلو
[۱۸۹۱ء]



سر آلفرڈ ویب

# ستون اجلاس

## پرڌان پنڊت آنند چارلو- ناگپور ۱۸۹۱ع

"سچ جي پٺڀرائي ڪرڻ ۽ ڪوڙ کي ننديڻ ڪري اسان ملڪ جي پاڻيڪارن کي خير ڪي حاصل ٿئي ته پر اسان جي محنت جو ڦل اسان جون ايندڙ پيڙهيون حاصل ڪنديون ۽ اهي آئنده وڏاڻ انهن جا نالا ياد ڪندا، جنهن همت ۽ انسانيت جي ڪارڻ لاءِ هڪ چڱي ۽ لازمي ڪم لاءِ خود قرباني ۽ پرڀر هو."

پنڊت آنند چارلو

هي اجلاس ناگپور ۾ ۱۸۹۱ ۾ پنڊت آنند چارلوءَ جي پرڌانگي هيٺ ٿيو. مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمين شري سي. نارائڻ سوامي نائيڊو هو. ۸۱۲ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس ۾ نهرايو ويو ته جيستائين پارليامينٽ ۾ سڀ ضروري سڌارا حاصل نه ٿي سگها آهن، تيستائين ڪانگريس جا ساليانه اجلاس ڪيا رهندا. ايندڙ اجلاس ۾ جو فيصلو ڪيو ويو هو ته ڪانگريس اجلاس ۱۸۹۲ ۾ لنڊن ۾ ڪيو وڃي، پر انگلنڊ ۾ عام چونڊن سبب

جي امداد پوري کان وٺي ان جو هڪ اڳوان سمجهه
ويندو هو. ١٨٨٦ ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر
مقرر ڪيو ويو. ١٨٨٩ ۾ بمبئي ۾ ٻيهر ٽيل ڪانگريس
اجلاس جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن ٿيو هو. ١٨٩٠
۾ ڪلڪتي ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ٿيو. ١٨٩٣ ۾
قاعدي ساز ڪائونسلون ٺهيون. ان وقت هو بمبئي امپيريل
ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ ٽي سال سنو
ڪم ڪري ڏيکاريائين. ۽ ١٨٩٢ ۾ پوني ۾ پراونشل
ڪانفرنس جو پريزيڊنٽ ٿيو. جسٽس رانادي سان گڏ
تعليمي ڳالهين جي باري ۾ وس وارن سان چڪربون
ڪائيندو رهندو هو. بمبئي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو
۾ سرگرم ميمبر هو. بمبئي گريجوئيٽن جي ايسوسيئيشن
جو پريزيڊنٽ هو. ١٨٩٤ ۾ سي. آءِ. اي جو ۽ ١٩٠٤
۾ ڪي. سي. آءِ. اي جو خطاب مليس. ١٩٠٤ ۾ ٻيهر
مبئيءَ ۾ ڪانگريس جي ٽيل اجلاس جي آجيان
ڪميٽيءَ جو چيئرمن ٿيو هو. ١٩٠٩ ۾ هن کي وري
هور ڪانگريس اجلاس جي صدارت آڇي وئي پر
انڪار ڪيو ۽ ان بعد هو ڪانگريس کان ڇڳڪ
ٿي ويو. هو نرم خيالن جو هو. هن جو ديهانت
يمبر ١٩١٥ ۾ ٿيو.



## سر فيروز شاهه مهتا جي حياتي.

هيءُ بمبئيءَ جي مرواڄي پارسي واپاريءَ جي گهر ۴ آگسٽ ۱۸۴۵ تي ڄائو هو. ۱۸۶۱ ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ پاس ڪيائين. ۱۸۶۴ ۾ ايلفنسٽن ڪاليج مان گريجوئيٽ ٿي نڪتو. ساڳئي سال ڇهن مهينن ۾ ايم. اي. پاس ڪيائين ۽ ڪيس ڪاليج جو فيلو چونڊيو ويو. هن کي جمشيدجي جيجيڀائي اسڪالرشپ ملي ۽ انگلنڊ روانو ٿيو. ۱۸۶۸ ۾ هو بئريسٽر ٿي هندستان موٽيو. ولايت ۾ اُنس دادا ڀائيءَ جي سنگ جو گهڻو اثر ٿيو ۽ هن ۾ ملڪي محبت پيدا ٿي. ولايت ۾ هن پنهنجي ٻن ساٿين اميش چندر بئنرجي ۽ من موهن گهوش جي مدد سان هڪ لٽريري سوسائٽي جاري ڪئي، جا پوءِ ايسٽ انڊيا ايسوسيئيشن جي نالي سان مشهور ٿي. هندستان ۾ اچڻ تي وڪالت ۾ بلڪل مشهوري حاصل ڪيائين ۽ اُن وقت جي سڄي ملڪ جي سڀني بئريسٽرن کان وڌيڪ ڪمائي ڪرڻ لڳس. قاعدا بر زبان ياد ٿيل هئس. هو بمبئيءَ طرف ڪيترين رياستن پاران قانوني صلاحڪار مقرر ڪيو ويو هو. سندس ڪوشش سان ۱۸۶۹ ۾ دادا ڀائيءَ کي بمبئيءَ ۾ ڳوٿري پيٽا ڏني وئي هئي. ۱۸۷۲ع ۾ بمبئي ڪارپوريشن ۾ چونڊيو ۽ ۳۸ سال ميمبر ٿي رهيو. هو ۱۸۸۴ ۾ ڪارپوريشن جو چيئرمين چونڊيو ويو ۽ ٻه ڀيرا اها جڳهه ڪئيائين. ڪيس ڪارپوريشن جو بي تاج بادشاهه سڏيو ويندو هو. ۱۸۸۵ ۾ ڪانگريس

# ڇهون اجلاس
## پرڌان سر فيروز شاهه مهتا ـــ ڪلڪتو ۱۸۹۰ع

”منهنجي دل موجب آءُ پارسي بهتر ۽ وڌيڪ سچو پارسي آهي ۽ مسلمان توڙي هندو آءُ بهتر ۽ وڌيڪ سچو مسلمان يا هندو آهي، جو پنهنجي ڀائيءَ ڀيڻيءَ سان محبت ٿو رکي، جنهن کيس جنم ڏنو آهي ۽ جو پنهنجي وطن واسين سان ڀراتري پيار ۽ پيار ٿو ڏئي.“

سر فيروز شاهه مهتا.

هي اجلاس سر فيروزشاهه مهتا جي پرڌانپڻي هيٺ ڪلڪتي ۾ ۱۸۹۰ ۾ ٿيو هو. آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن من موهن گهوش هو. ۶۷۷ ڊيليگيٽ آيل هئا. هن اجلاس کان ئي سرڪار ڪانگريس ڏانهن سهڪار جو رخ بدلائڻ شروع ڪيو. هميشه جي دستور موجب موڪليل ملاقاتي ٽڪيٽون واپس ڪندي بنگال جي گورنر جي سيڪريٽريءَ آجيان ڪميٽيءَ کي لکيو هو ته هند سرڪار جي حڪم موجب اهڙن ميڙن ۾ شامل ٿيڻ تي بندش وڌي ويئي آهي. هن اجلاس ۾ فيصلو ڪيو ويو ته ۱۸۹۲ ۾ لنڊن ۾ ڪانگريس اجلاس ڪيو وڃي.

اٺاين ۾ سول سروس ۾ گهڙيو. ٻٽيهن سالن کان مٿي
وقت ضلع مئجسٽريٽ، جج، ليجسليٽو ڪائونسل ۽ ٻين
جوابدار عهدن تي رهيو. ۱۸۸۵ع ۾ سول سروس مان
رٽائر ڪري عام شهرا جي ڪارين کي لڳو ۽ هندستان
جي راڄڀڳتي ناراضپي دور ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مسٽر
هيوم سان شامل ٿيو. ۱۸۸۹ع ۾ بمبئي ڪانگريس
اجلاس جو پريزيڊنٽ ڪيو ويو. هن پنهنجي لنڊن ۾
جيون ڪ ننڍي جو چوٿون حصو جنهن هندستان جو ملڪ
ڪاڏو اٿس باقي حياتي ٻه اُن جي خدمت ڪندس.
ڪانگريس جي ويهن اجلاس ۾ به شامل ٿيو. ۱۹۱۰ ۾
الله آباد ۾ ڪانگريس اجلاس جو ٻيهر پرڌان ٿيو.
ڪانگريس ۽ مسلمانن کي پاڻ ۾ ويجهي آڻڻ لاءِ بلڪل
ٽيڪي ڪوشش ورتائين. سڄي ملڪ جو دورو ڪيائين.
ڪانگريس ڪاريه جي شوائن ڪري ڪانگريس جي
ايندڙ اجلاس ۾ سندس قدر شناسيءَ جا ٺهراءَ پاس
ڪيا ويا. هندستان جي سوال تي ڪيترائي ڪتاب
لکيائين ۽ ڪافي پرچار ڪيائين. ۱۸۹۳ کان ۱۹۰۰ تائين
پارليامينٽ جو ميمبر ٿي رهيو. اُتي به هندستان جي
واسطي آزاد رهيو. ڪيترين ڪميٽين جو ميمبر ۽ پرڌان
رهي به هن هندستان جي ڳڻي خدمت ڪئي. هو
پنهنجي پيسن هندستان واسطي تي خرچ ڪندو هو.
۱۹۱۷ تائين هن هندستان جي سٺي خدمت ڪئي. گهڻي
ڪم ڪرڻ سبب تندرستي ڏهي پيس ۽ ۲۵ مارچ ۱۹۱۸
۾ گذاري ويو.

# پنجون اجلاس

## پرڏان سر وليم ويڊر برن - بمبئي ١٨٨٩ع

"آباد زمين، روشن سورج ۽ بيحد بلڪل آزمودڪار پورهيت، جي دولت ڪري ڪارخانا ڪوڙ آهن، جو ڀارت هڪ باغ ٿي بڻجي سگهي ٿو، جنهن سندس رعيت قرضن ۾ ٻڏل رهي ٿي."

### سر وليم ويڊربرن.

هي اجلاس بمبئي ۾ سر وليم ويڊر برن جي پريزيڊنٽيءَ هيٺ ٿيو هو. سر فيروز شاهه مهتا آجيان ڪميٽيءَ جو چيئرمن هو. ١٨٨٩ ڊيليگيٽ حاضر هئا. مسٽر چارلس برئڊ لاف پارليامينٽ جو ميمبر به حاضر هو ۽ هن به تقرير ڪئي هئي. اجلاس ختم ٿيڻ وقت مسٽر چارلس کي سڄي هندستان پاران مانپتر ڏنو ويو هو، جنهن جي جواب ۾ هن چيو هو ته هو پارليامينٽ ۾ هندستان جي سڌارن جو بل آڻيندو. هن سال ۾ ساڳيو جنرل سيڪريٽري قائم رکيو ويو.

### سر وليم ويڊر برن جي جيوت:-

گلاسٽر ۾ ٢٥ مارچ ١٨٣٦ع ۾ ڄائو هو. ١٨٦٠ع ۾

ٿو هندستان جي ڀلي واسطي محنت ڪانلي ڦرلدو وهندو
هو. الڪري ١٨٨٨ع ۾ الله آباد ڪانگريس اجلاس جو
پروپيگنڊا چونڊيو ويو هو. ان وقت ڪان هن ڪانگريس
ڪلچل ۾ ڀرگو حصو ورتو. الدين تشڪيل ڪانگريس جي
برٽش ڪميٽيءَ کي طاقتور بڻائڻ لاءِ مدد ڪرڻ ڪري
ڪانگريس جي ١٨٩٠ ۽ ١٨٩١ وارن اجلاسن ۾ سندس
خدمتن جي قدر شناسي ڪئي ويئي هئي. هو ١٨٩٢ع
۾ گذاري ويو.

# چوٿون اجلاس

## پرڌان مسٽر جارج يول — الله آباد ١٨٨٨ع

"اسين پهچڻا بند آجا ڪورٽ لاءِ ڪهڙ ڪري
رهيا آهيون. ڪو ڏاهو ڊڪٽر جهڪڙهن اسان
جي اکين جي علاج لاءِ اسان کي اونداهيءَ ۾ رکي
ته آهو ٿي سگهي ٿو ته شفايابيءَ بعد به اونداهيءَ
۾ رکڻ تي مريض لاچار بڻ سهڙ ٿي، اُن جي ابتڙ
هلندو. اُن ۾ مريض جو ڏوهه نه آهي مگر
ڊڪٽر جو."

## جارج يول

هي اجلاس الله آباد ۾ مسٽر جارج يول جي پرڌانپڻي
هيٺ ٿيو. پنڊت اجوڌيا ناٿ آجيان ڪميٽيءَ جو
چيئرمن هو. ١٢٤٨ ڊيليگيٽ آيل هئا. جنرل سيڪريٽري
ساڳيو قائم رکيو ويو.

## مسٽر جارج يول جي جيوت:-

هن جي اوائلي جيوت جي پوري ڄاڻ ڪانه ٿي
سگهي، ڪاڪتي جو مشهور انگريز واپاري هو.

ڪيو ويو. ۱۸۸۲ع ۾ بمبئي ليجسليٽو اسيمبليءَ تي ناميزد ٿيو. آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جي قائم ڪندڙن مان هڪ هو ۽ پوءِ ڪانگريس اجلاس جي ڪاميابيءَ لاءِ ڳچ محنت ورتو هوائين. ۱۸۸۷ ۾ مدراس ۾ ڪانگريس اجلاس جو پريزيڊنٽ ٿيو. هن جي ئي ٺهراءَ موجب ڪانگريس جي وشيه ڪميٽي مقرر ٿيڻ لڳي. ۱۸۹۵ ۾ بمبئي هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو. ٿلهو ۽ آزاد جج ٿي ڄڻو نالو ڪڍيائين. ۱۹۰۳ ۾ بمبئيءَ ۾ مسلم تعليمي ڪانفرنس جو صدر ٿيو، جنهن ۾ زالن جي تعليم ۽ پردي جي خلاف پنهنجي تقرير ۾ زور ڏنائين. ۱۹۰۹ جي شروعات ۾ اکين جي علاج لاءِ انگلنڊ ويو، جتي هندستان جي سوال لاءِ پرچار ڪيائين. عليگڙهه ڪاليج ايسوسيئيشن ۾ شامل ٿيو ۽ انهي ڪاليج کي يونيورسٽي ڪرڻ لاءِ طرفداري ڪيائين. هو ڪانگريس خلاف مسلمانن جي فرقيوار جماعت ۾ شامل ٿيڻ کان ٽيڪيندو هو. ۱۹ آگسٽ ۱۹۰۶ ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

۽ ٻيو اُهي هندستان جي ڏيکڪارون جي مدد سان انڊين پارليامينٽري ڪميٽي ٺاهيائين، جنهن هندستان جي ڀلي لاءِ ڳچ ڪم ڪيو. ۱۸۹۳ ۾ لاهور ۾ ڪانگريس اجلاس جو پريزيڊنٽ ٿيو. ۱۸۹۹ ۾ به عمدا ٻيان فائونلر ڪرينسي ڪميٽيءَ اڳيان ڏنائين. ۱۹۰۰ جي ۲۴ نومبر تي سمتي ۾ جسٽس راناڊي هندستان سنڌ سندس ٽلوڪڙو ڪرايو ويو. سنه ۱۹۰۶ ۾ وري ڪلڪتي ۾ ٽيهه ڙ ڪانگريس لاءِ ٽيهو ڪيس پرڏاڻ ڪيو ويو. اُنهيءَ ڪانگريس اجلاس ۾ دادا ڀائيءَ پهريون ڀيرو ظاهر ڪيو ته پنهنجو راڄ (سوراج) ئي ديش جي سڀني ڏکن جو دارون آهي. ۱۹۰۷ ۾ ولائت ويو ۽ تندرستي ڏهي پوڻ ڪري وري موٽي هندستان آيو. هن پنهنجو شاهي ڪتاب "Poverty and Un-British Ruale in India" پڌرو ڪيو. هن حساب ڪري ڏيکاريو ته هر هڪ هندستانيءَ جي سراسري ڪمائي ۲۰ روپيه آهي، جنهن تي ڪيس ۳ روپيه ٽيڪس ڏيڻو پوي ٿو. ۳۰ جون ۱۹۱۷ع ۾ هي ديش جو لعل اڳوان گذاري ويو.

پهريون هندستاني هو، جنهن کي ان ڪاليج ۾ اها جاءِ ملي هئي. هن ۱۸۴۵ کان ۱۸۵۳ تائين ڪيترين ئي سنستائون قائم ڪيون ۽ ڌرمي، سڌارڪ، تعليمي ۽ راڄنيتي سڌارن جا ڪم ڪندو رهيو. ۱۸۵۱ ۾ "راست گفتار" (سچ ڳالهائيندڙ) گجراتي اخبار جاري ڪيائين. ۱۸۵۵ع ۾ بمبئي جي مشهور "ڪاما ائنڊ ڪمپنيءَ" جو عيوضي ٿي انگلينڊ ويو ۽ پوءِ اُن جو حصيدار بڻيو. اتي هن لنڊن انڊيا سوسائٽي برپا ڪئي. هندستان جي ڀلي واسطي ۱۸۶۷ ۾ ايسٽ انڊين اسوسيئيشن برپا ڪيائين. اتي لنڊن جي يونيورسٽي ڪاليج ۾ گجراتيءَ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو ۽ سينيٽ جو به ميمبر مقرر ڪيو ويو. ۱۸۶۹ع ۾ هندستان موٽيو. بمبئيءَ ۾ پهچڻ تي کيس مانپتر ۽ ٽيهه هزار روپين جي ٿيلهي ڏني ويئي، جنهن مان هن هڪ پائي به پنهنجي لاءِ ڪانه ڪئي. ۱۸۷۳ ۾ وري ولايت ويو. ۱۸۷۴ع ۾ بڙودي جي گائڪواڙ جو ديوان مقرر ٿيو. ۱۸۷۵ ۾ بمبئي ڪارپوريشن ۾ ڪجهه وقت گهڙيو. ۱۸۸۱ع ۾ وري ڪارپوريشن جو ميمبر ٿيو. آگسٽ ۱۸۸۵ع ۾ لارڊ ريي کيس پنهنجي بمبئي ڪائونسل جو ائڊيشنل ميمبر ڪري رکيو. ساڳئي سال هن پهرينءَ ڪانگريس ۾ حصو ورتو. ۱۸۸۶ ۾ پارليامينٽ ۾ بيٺو پر ناڪامياب ٿيو.

ساڳئي سال ۾ کيس ڪلڪتي ڪانگريس اجلاس جو پرڌان ڪيو ويو. ۱۸۹۲ ۾ پارليمينٽ جو ميمبر چونڊيو

# ٻيو اجلاس

## پرڌان دادا ڀائي نوروجي - ڪلڪتو ١٨٨٦ع

"غريبي اسان ۾ راڄ ڪندڙن ٻنهي لاءِ بلڪل خوفناڪ آهي. مفلسيءَ جو مرض ڪيترن ئي جدا جدا روپن ۾ ڪم ڪري ٿو ۽ اهو جيڪي راڄنيتڪ ۽ ٻيون ڪيتريون خرابيون پيدا ڪري ٿو، تن جو بيان ڪرڻ ڪٺن آهي."

**دادا ڀائي نوروجي**

ڪانگريس جو ٻيو اجلاس ڪلڪتي ۾ ١٨٨٦ع ۾ دادا ڀائي نوروجيءَ جي پرڌانگيءَ هيٺ ٿيو. اجلاس جي آڄيان ڪميٽيءَ جو چيئرمين ڊاڪٽر راجيندر لال هو. ٤٠٣٤ ڊيليگيٽ ۽ ملاقي وڏي انداز ۾ آيل هئا. هن اجلاس ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ فيصلو ڪيو ويو ته پرانتڪ ڪانگريس ڪميٽيون قائم ڪيون وڃن. جنرل سيڪريٽري سابقو مسٽر هيوم مقرر ڪيو ويو.

## دادا ڀائي نوروجيءَ جي جيوت:-

هو ٤ سيپٽمبر ١٨٢٥ع ۾ هڪ پارسي گهر ۾ بمبئيءَ ۾ ڄائو هو. ماڻس ڪس بمبئيءَ ۾ اعليٰ تعليم ورتي هئي. وڏي ۾ ٻاويهن ورهين جي عمر ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو. پوءِ الفنسٽن ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. ٿوري

فتحياب ٿي موٽڻ تي ١٨٦٧ع ۾ ڪلڪتي جي بار ۾ جرايس
١٨٦٨ع ۾ هي پهرين ٿي هندستاني ائڊووڪيٽ ٿيو
جنهن ڪلڪتي جي هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع
ڪئي. ماهيانو ڏهه هزار ڪمائي ڏيڻ لڳس. ١٨٨٠ع
۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جو فيلو چونڊيو ويو ۽ پوءِ
يونيورسٽيءَ پاران بنگال ليجسليٽو ڪائونسل لي چونڊيو
ويو. ١٨٨٥ع ۾ بمبئيءَ جي پهرين ڪانگريس اجلاس
جو پرڌان ٿيو. ٻيو ڪانگريس اجلاس جو ڪلڪتي ۾
ٿيو، تنهنجي فتحيابيءَ لاءِ هن پاڻ چڱو پتوڙيو هو.
پوءِ هر ڪنهن ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿيندو هو ۽
انهن ۾ ٽڪو ڀرو وٺندو هو. ١٨٩٠ع ۾ جيڪا ڪانگريس
سفارت انگلنڊ موڪلي وئي هئي، تنهن جو ميمبر هو.
١٨٩١ع ۾ ناگپور اجلاس ۾ هر سال ڪانگريس اجلاس
ڪرڻ جي ضرورت جو ٺهراءُ آندو هوائين. ١٨٩٢ع ۾
الله آباد ڪانگريس جو ٻيهر پرڌان ٿيو. ڪورٽن ۾
جوريءَ جي مقرريءَ جي رٿ هن جي ئي ڪوشش
مان ڪانگريس پوني واري اجلاس ۾ پاس ڪئي هئي.
ن ڪيترا پيرا هاءِ ڪورٽ جي ججيءَ جي آڇ ٺڪرائي
ڏي. ١٩٠٢ع ۾ هندستان جيڏي وڃي ڪرائڻ ۾ هڪ
هائي محلات ۾ رهيو ۽ پروي ڪائونسل ۾ چڱي
ڪالت ڪرڻ لڳو. انڊين نيشنل ڪانگريس جي
ن ڪميٽيءَ رستي شاندار شيوا ڪيائين. پارليامينٽ
ميمبريءَ واسطي بيهڻ جو به ارادو ڪيو هئائين.
جولاءِ ١٩٠٦ع ۾ گذاري ويو.
( )

# پهريون اجلاس

## پرڌان شري اميش چندر بنرجي ١٨٨٥ع

"اسان کي پنهنجي حاڪمن هلائيندڙ ۾ رهڻ گهرجي ۽ انتظامين ۾ توسط گهرجي، جيستائين اسين اُهو ڪجهه حاصل ڪريون، جيڪو حاصل ڪرڻ اسان جو حق آهي."

### اميش چندر بنرجي

پهريون اجلاس بمبئيءَ جي گوڪلداس تيجپال سنسڪرت ڪاليج ۾ ٢٨ ڊسمبر ١٨٨٥ع واري ڏينهن جي موڪل ۾ ٿيو. سڄي هندستان مان ٧٢ عيوضي ان ۾ حاضر ٿيا. اجلاس جو پرڌان شري اميش چندر بنرجي هو. اجلاس ۾ ٧ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. جنرل سيڪريٽري مسٽر هيوم کي مقرر ڪيو ويو.

### شري اميش چندر جي جيوت:-

ڊسمبر ١٨٤٤ع ۾ کدرپور جي هڪ وڪيل جي منشيءَ جي گهر ۾ ڄائو هو. پهرين مئٽرڪ پڙهندي ني سترهن ورهين جي عمر ۾ هڪ يورپين اٽارنيءَ مسٽر ڊائولسنگ وٽ ڪلارڪ ڪري رکايس. جلدئي پوءِ هن اهو ڪم ڇڏي، ديش شيوا جي خيال کان هڪ بنگالي اخبار جاري ڪئي. سن ١٨٦٤ع ۾ جيجيڀائي اسڪالرشپ جي چٽاڀيٽيءَ ۾ اسڪالرشپ کٽي، انگلنڊ قاعدي جي وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو. اُتان

# ڪانگريس ڪهاڻي

## شروعاتي ههڙ

هن وقت "ڪانگريس زنده باد" جو نعرو هر ...
ٻڌڻ ۾ ٿو اچي. انهيءَ ڪانگريس جي بنياد و جهڙ ...
اوائلي اوائلي ڪوشش لارڊ ڊفرن هند وائسراءِ جي ڏينهن ...
۾ مسٽر اي. او. هيوم ريٽائرڊ آءِ. سي. ايس. هڪ انگري...
نئي شروع ڪئي ۽ سندس ڪوشش سان ئي ١٨٨٤ع ...
ٻوني ۾ هندستان جي سيلي ٻرڳين جو ميڙ ڪوٺايو ويو ...
۽ اُتي آل انڊيا نئشنل ڪانگريس ٻرپا ڪرڻ جو فيصلو ...
ڪيو ويو. ان سنستا جو پهريون جنرل سيڪريٽري مسٽر ...
هيوم کي ئي چونڊيو ويو.

پهرين بيٺڪ ١٨٨٥ع ۾ ٻوني ۾ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو
ويو پر اُتي ڪالرا ٻوڻ سبب پهرئين اجلاس ڪرڻ جو
بمبئيءَ کي ئي شرف مليو.

جڏهن سڀيئي ملڪ جي واڳڌاري ۽ آزاديءَ واسطي هبڏر
شاندار ڪارنا ڪيو آهي، اُن جي ساڳي هيئت ڪلهو
ڪلهي ۾ ملائي اڳتي وڌندا رهندا، جنهن ملڪ آزاد ٿي
وري اڳين اوج تي رسي ۽ جڳت ۾ سک، شانتيءَ،
آرام، آسودگيءَ، ميلاپ ۽ ڀائپيءَ قائم ڪرڻ جي
اعليٰ ڪارنا ڪرڻ جي وري سولهپ ڪري.

نوشهروفيروز
٢٢ جولاءِ ١٩٤٦

شيوا ۾
هرداس برهمچاري

جي احوالن ۽ پرڌانن جي جيون چرترن مان ان
ڪافي روشني پئجي سگهندي.

هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته هن ڪتاب ۾ جيتوڻيڪ
ڪانگريس اجلاسن جا احوال، ۽ انهن ۾ پاس ٿيل ٺه
پرڌانن جي تقريرن مان ڪي چيدا وچن ۽ پرڌانن جو
مختصر حياتيون ڏنيون ويون آهن پر انهن سان گ
مسٽر هيوم ڪانگريس جي بنياد وجهندڙ سيڪريٽريءَ
لوڪمانيه تلڪ مهاراج ۽ شريمت ويٺل ڀائي پٽيل ۽ خان
عبدالغفار خان جا مختصر جيون چرتر پڻ ڏنا ويا آهن،
ان جي ڏيڻ بنا ڪتاب جيڪر اڌورو ئي ٿئي ها.
... آهي ته ڪانگريس کي اڄوڪيءَ ڪڙيءَ تي
پهچائڻ ۽ ڀارتيه قوم کي ناهڻ ۾ گهڻن جوڌن هٿ هو،
جن مان ڪيترئون هستيون اهي به هيون جن جو نالو
ماڻهن جي ڪن تائين به ڪين پهتو آهي. گهڻن ئي
ان لاءِ سر توڙ ڪوششون ۽ پور قربانيون ڪيون آهن
پر مٿين چئن جيڪي ڪيو سو وسرڻ جو ڪين آهي.

هي ڪتاب ديش واسين جي شيوا ۾ رکندي
اينترو ٿي اميد اٿم ته ڀارت جي دکن ۽ غلاميءَ جو
باب اڃا پوري ٿيڻ تي پهتو آهي ۽ اهو ڏينهن اوڏو
آهي جڏهن ديش ضرور ئي آزاد ٿي آباد ۽ شاد ٿيندو.
۽ اسان جو فرض آهي ته ان خوشنما ڏينهن آڻڻ
واسطي هر ڪا قرباني ۽ ڪوشش ڪرڻ ۾ پٺتي نه پئون ۽

هندستاني قوم جي سچي عبوضي سستا بڻايو آهي، جنهن جي رهبريءَ هيٺ هن ٢٧ سالن ۾ هندواسين پنهنجن حقن، پنهنجي سومان جي وکيا ۽ آزاديءَ جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا ئي لڙايون لڙيون آهن ۽ هن وقت پارٽس پنهنجي منزل مقصود جي ويجهو پهچي رهيو آهي.

هن ڪتاب ۾ ڪانگريس جو اهو سوررو الياس شروعات کان ڏنو ويو آهي. ڪتاب جو نالو جيتوڻيڪ "ڪانگريس ڪهاڻي" رکيو ويو آهي مگر ڪتاب جي وڏي وجهڻ جي ڪري کان ان جو بلڪل مختصر احوال ئي ڏنو ويو آهي. سمورن اجلاسن جا تفصيلوار احوال، سمورا پاس ڪيل ٺهراءَ، پرڏالن جون سڄيون تقريرون ۽ پرڏالن جي پوري پوري واقفيت ڏلي وڃي ها ته ڪتاب ڪن هزارن صفحن ۾ مس پورو ٿي سگهي ها، جنهن ڪتاب جو سند جهڙي تنگ دائري ۾ هلڻ مشڪل آهي. ان ڪري هن تفصيلن کي بلڪل مختصر ريت ڏيڻ جو خاص ڌيان رکيو ويو آهي. ان هولڊي د ڪتاب جي پڙهڻ سان ١٨٨٥ کان ١٩٣٦ع تائين ملڪي هلچل جي واڌاري جي گهڻي قدر جاڻ حاصل ٿي سگهندي.

هن ڪتاب ۾ ڪانگريس هلچل جي تفصيلوار ڪهاڻي جدا ڏيڻ اجائي آهي جو هن ۾ ڏنل اجلاسن

"ڪانگريس ڪهاڻي" معنيٰ آهي ڀارت جي لکين پڳ
جي اوماڻ لاءِ ڪوشش، هند ۾ اٿل پٿل، اٿان ۽ اُنتيءَ
جي آکاڻي، اسان جي وطن جي بيقراريءَ ۽ بيداريءَ جو
۽ مادر ڀوميءَ جي غلاميءَ جي زنجيرن ٽوڙڻ واسطي
ديش واسين جي هٿن پيرن هڻڻ ۽ پاڻ پتوڙ ڪرڻ جو بيان.
اسين ڀارت جي اتهاس تي نظر ڪنداسين ته
ڏسنداسين ته پلاسيءَ جي جنگ بعد ارڙهينءَ صديءَ
۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هندستان جو گهڻو حصو پنهنجي
قبضي ۾ ڪري ڇڏيو هو ۽ اُن جي ڪرمچارين چوڌاري
پنهنجي ڦرلٽ ۽ ظلمي ڪارنامن سان ماڻهن کي تپائي
ڏنو هو، جنهنجي خلاف ناراضپو وڌندو ويو ۽ اها
بي آرامي وڌندي وئي ۽ آڳ دکي دکي ١٨٥٧ع ۾
سڄي ملڪ ۾ مچ مچيو، جنهن کي انگريز تواريخ دانن
"سپاهين جي بلوي" جو نالو ڏنو آهي پر اها حقيقت
۾ ڀارت جي آزاديءَ واسطي پهرين پڌ ٿي هئي.
اها ڪوشش ناڪامياب ٿي، ۽ هندستان جي راڄ جي
واڳ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي هٿ مان نڪري
مهارائيءَ وڪٽوريا جي هٿ ۾ آئي ۽ ان بعد ڪيترن
لوڪن سان ڀارت جي جاڳرتا کي هميشه لاءِ دٻي ڇڏڻ
جون ڪوششون ڪيون ويون. هندواسي آهستي آهستي
پيا پنهنجي اصل حالت کان واقف ٿيندا ۽ آهستي
آهستي جاڳرتا وڌندي وئي. ١٨٨٥ع ۾ انهن جاڳول

اح ڀارت سڄاڳم آهي، ٻيڙي ڀارت ماتا صديون جي گهريءَ ننڊ مان هٻڪر وري جاڳي اٿي آهي ۽ سنڌس سنتان پنهنجي منڙي وطن جي صديون جي غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙڻ لاءِ ڪمر ڪشي ٻيٺي آهي.

ٻر ڀارت ۾ اح اسين جيڪا بيداري ڏسون ٿا، سا ڪا ڪن ٿورڙن سالن جي ڪوشش جو ڦل ڪين آهي. صديون کان غفلت جي گهريءَ ننڊ ۾ ٻيل اسان جو وطن سالن جا سال ڪر موڙيندو رهيو، اکيون مهٽڻ لڳو، اٿي وينو، ليڪ پنهنجي غفلت جي سبب ڇڏي اٿي ٻنو ۽ چوڌاري دنيا ڏانهن نهاري اُن جي رفتار ڏسي پنڌ ڪرڻ لڳو ۽ اح پنهنجي مقصد تي پهچڻ لاءِ ڊوڙندو پيو رهيو آهي.

اها هندستان جي سڄاڳيءَ جي ڪهاڻي لنبي ۽ دلچسپ آهي ۽ هندستان جي اتهاس ۾ هميشه چنڊ لفظن ۾ چٽيل رهندي. اها ڪهاڻي ٿي هن ”ڪانگريس ڪهاڻي“ ڪتاب ۾ مختصر روپ ۾ سنڌ واسين جي اڳيان پيش ڪئي وڃي ٿي.

## ٻہ اکر

گھڻي وقت کان چاھيا ھئم تہ سنڌيءَ ۾ اھڙو ڪ
ڪتاب ڪڍجي، جنھن ۾ ڪانگريس تحرڪ ڪيئن
شروع ٿيو ۽ اھو ڪيئن وڌندو ھن گھڙيءَ تي پھتو ۽
اُن تحرڪ جي باني جي جيون چرترن تي مختصر
روشني پيل ھجي، جيئن سنڌواسي اُن مان واقف ٿي
لاڀ پرائي سگھن.

انھيءَ مراد سان ڀاءُ شري پريداس برھمچاريءَ تي
ڪم رکيم، جنھن گھڻين مشغولين ھوندي بہ ھيءُ
ڪتاب تيار ڪري ڏنو؛ جنھن لاءِ ھن نہ فقط ”اوجيون
ساھتيہ منڊل“ طرفان بلڪ سنڌواسين طرفان جس لھڻو.
ڀاءُ پريداس منڊل لاءِ ڏاڍو ڪينآھي. سندس سھڪار
۽ سھائتا سان ئي منڊل اڳتي ۽ اڳتي وک وڌائي
رھيو آھي.

اميد تہ قومي خيال رکندڙ سڄڻا ”ڪانگريس
ڪھاڻي“ ڪتاب سنڌ جي گھر گھر تائين پھچائي
سنڌواسين ۾ سياسي شناس آڻڻ ۾ مددگار ٿيندا.

آگسٽ ١٩٤٦ }
رآباد سنڌ }

شيوا ۾
ديپچند تلوڪچند
سيڪريٽري ”اوجيون ساھتيہ منڊل“

هن پستڪ جو ليکڪ



شري هريداس برهمچاري

## هندي ۽ گرمکي سکڻ جا ڪتاب

۱. راشٽر ڀاشا بالبوڌ — قيمت ٽي آنا

هندي سکڻ لاءِ نهايت ڪارائتو بالبوڌ جو سنڌ جي اڪ اسڪولن ۾ پاڙهيو وڃي ٿو.

۲. ناگري بالبوڌ — قيمت اڍائي آنا

ننڍن ٻارن لاءِ هندي سکڻ لاءِ نهايت ڪارائتو بالبوڌ. اڪر هندي ۽ ٻولي سنڌي.

۳. نئون گرمکي بالبوڌ — قيمت ٻه آنا

ٻارن لاءِ بلڪل ڪارائتو. نئين طرز تي لکيل

۴. پرارٿڪ مترو — قيمت ٽي آنا

وارڌا جي راشٽر ڀاشا امتحان پرارٿڪ جو رهبر.

۵. پرارٿڪ پرشنوتري — قيمت ٽي آنا

پرارٿڪ پريکيا جا امتحاني سوال جواب سميت

۶. پرويش پرشنوتري — قيمت ٽي آنا

پرويش پريکيا جا امتحاني سوال جواب، ملڻ جو هنڌ:-

نوجوان ساهتيه منڊل، حيدرآباد سنڌ.

وشيش سوچي (پاڱو پهريون)

# ڪانگريس اجلاس ۽ راشٽرپتي

# ڪانگريس اجلاس ۽ راشٽرپتي

| نمبر | سال | شهر جو نالو | پردان جو نالو | صـ |
|---|---|---|---|---|
| ١ | ١٨٨٥ | بمبئي | شري اميش چندر بئنرجي | ٠ |
| ٢ | ١٨٨٦ | ڪلڪتو | دادا ڀائي نوروجي | ١٢ |
| ٣ | ١٨٨٧ | مدراس | مسٽر بدرالدين طعيبجي | ١٥ |
| ٤ | ١٨٨٨ | الله آباد | مسٽر جارج يول | ١٧ |
| ٥ | ١٨٨٩ | بمبئي | سر وليم ويڊر برن | ١٩ |
| ٦ | ١٨٩٠ | ڪلڪتو | سر فيروز شاه مهتا | ٢١ |
| ٧ | ١٨٩١ | ناگپور | پنڊت آنند چارلو | ٢٤ |
| ٨ | ١٨٩٢ | الله آباد | شري اميش چندر بئنرجي | ٢٧ |
| ٩ | ١٨٩٣ | لاهور | دادا ڀائي نوروجي | ٢٨ |
| ١٠ | ١٨٩٤ | مدراس | مسٽر آلفريڊ ويب | ٢٩ |
| ١١ | ١٨٩٥ | پونو | شري سريندر ناٿ بئنرجي | ٣١ |
| ١٢ | ١٨٩٦ | ڪلڪتو | مسٽر رحمت الله سياني | ٣٤ |
| ١٣ | ١٨٩٧ | امراوتي | شري سي. شنڪرن نائر | ٣٦ |
| ١ | ١٨٩٨ | مدراس | شري آنند موهن بوس | ٣٨ |
| ١ | ١٨٩٩ | لکنو | شري روميش چندر دت | ٤١ |
|  | ١٩٠٠ | لاهور | شري نارائڻ گڻيش چندراوڪر | ٤٤ |
|  | ١٩٠١ | ڪلڪتو | مسٽر دينشا ايڊلجي واڇا | ٤٦ |
|  | ١٩٠٢ | الله آباد | شري سريندر ناٿ بئنرجي | ٤٨ |
|  | ١٩٠٣ | مدراس | شري لعل موهن گهوش | ٤٩ |

## ايجنٽ اسائي

١. سنڌو بوڪ اسٽال، بولٽن مارڪيٽ، ڪراچي
٢. ميسرس ايل - دوارڪاداس، بندر روڊ "
٣. " اي - وشنداس " "
٤. لشمن پيپر اسٽال، فريئر روڊ "
٥. جنتا ڪتاب گهر، اي - ايم روڊ " "
٦. ڪؤڙومل سنڌي ساهتيه منڊل، حيدرآباد
٧. مسٽر غلام قادر، دوالهڻ گهٽي "
٨. جڳ هند اسٽورس نوابشاهه
٩. شري پرمداس برهمچاري نوشهرو فيروز
١٠. سنڌ بوڪ اسٽال، فريئر روڊ سکر
١١. پارس اسٽورس پنڇالي الهو "
١٢. وايل بوڪ اسٽال، شڪارپور لاڙڪاڻو
١٣. شري درباري لعل، ڪمال پريس، جيڪب آباد
١٤. شري وطڻمل جسومل نيوز ايجنٽ ميرپورخاص
١٥. " ستومل، چيليدج بان هائوس، دادو

---

Printed by Karamchand Nebhraj Dewani
at the Chandan Electric Printing Press,
Market Road, Hyderabad Sind.
and published by
[illegible]chandra Tilokchand Secretary "Navajiwan Sahitya
Mandal" Nawabshah Sind.

Adarsh Nagar

# ڪانگريس ڪهاڻي

[ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو]

ليکڪ :- شري هريداس برهمچاري

[ڇاپو پهريون    قيمت ٣-٠-٠    ١٩٤٦.]

Navjivan Sahitya Mandal
BERA NAWAB, AJMER.

پرڪاشڪ :- ديپچند ٺلوڪچند
نوجيون ساهتيه منڊل
حيدرآباد سنڌ.